



# سورهہ سنڌي ادب




## صاحب خان ”سورهہ“ ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# پورهيت ڏانهن،
# جتي به هجي

# پنهنجي طرفان

”ڏسڻ سکڻ آهي“ يا ”گهڻي ڪاڏي ڪان گهٽو ڏٺو چڱو آهي“ پنهي جي ساک للڪاري ڏئي سگهجي. سوويت سوسائٽي جي باري ۾ عام ماڻهن ۾، عجيب و غريب قسم جا تاثرات پساتا وڃن ٿا، سون پاڻ هن ڪان اڳ ”دي اڏنچي ان ماسڪو“، يا جارج آرويل جون تصنيفون پڙهيون هيون، پر تقابلي اڀياس ڪري، مفروضن ۾ يقين ڪونه رکندو هئس.

سيپٽمبر ۱۹۷۴ع ۾ اي پي اين جي پاران پاڪستان جي ٽن صحافين کي روس گهمڻ جي دعوت ڏني وئي. انهن ۾ هڪ هيءُ فقير به هئو. ڏسڻ ۽ گهمڻ ته ضمير ۾ شامل اٿم، وري روس جهڙي ملڪ کي ڏسڻ جو موقعو غنيمت سمجهيم. ڏٺم، ۽ غور سان ڏٺم.

اخبار نويس جي حس (Instinct) کي استعمال ڪندي، جيڪا چيز ڏٺم، صرف ڏٺم نه، پر اندر پيهي ڏٺم، هيءَ سفرنامو انهيءَ ڏسڻ جو عڪس آهي. جيتوڻيڪ هيءُ سفرنامو، ”عبرت“ جي ڪالمن ۾ سلسليوار ڇپيو آهي، پر چاڪاڻ ته هن ۾ سون سوويت زندگي جي هر پهلو کي پنهنجي اڀياس ۽ بنا ڪنهن رنگين شيشن جي ڏٺو آهي، تنهنڪري ان کي بلڪل مختصر تدوين سان ڪتابڙي جي صورت ۾ آڻڻ ضروري سمجهيم. حاضر آهي.

IIIenk Azuz

20.3.1975

ننڍي هوندي کنهن چڱي هنڌ پڙهيو هئم، ته مشرق سرخ آهي. اوڏيءَ مهل ته سمجهه ۾ نه آيم، البته بعد ۾، گهڻو بعد ۾ ڳاڙهاڻ جو مطلب به سمجهه ۾ اچي ويو ته ڏسڻ جي آرزو به جنم ورتو. نيٺ اها گهڙي به اچي وئي جڏهن زندگي جي علامت- لالائي-کي ڏسڻ جو موقعو مليو ته ان جي عظيم محرڪ ۽ اڳواڻ لينن جي ديس ڏسڻ جو به موقعو مليو.

اولهه جي جهلڪ ڪجهه سال اڳ ڏٺي هئم، جهلڪ ڇا، ڪجهه هتي جي واسين سان زندگيءَ جا چار ڏينهن گذاريا هئم. هنن جي اٿ ويهه، سوجهه ٻوجهه، چڱائي مٺائي، هر چيزکان قدري واقف ٿي چڪو هئس. اڄ هڪ اهڙي معاشري ڏسڻ جو موقعو ملي رهيو هئو، جيڪو انهيءَ معاشري کان قطعي مختلف هئو. هڪ اهڙو سماجي ڍانچو، جنهن ۾ قدرون ٻئي طرح جون هيون؛ ۽ جن جي لاءِ عجيب ۽ غريب ڳالهيون پڙهيون هئم. هر ڪو پنهنجي اينڊڙ چاٽ، اپياس ۽ لاڙن جي مطابق راءِ ڏيندو هو. منهنجي ذهن ۾ عجيب ۽ غريب تصور جنم وٺي رهيا هئا. ڪهڙو معاشرو هوندو، ڪهڙي قسم جا ماڻهو هوندا؟ هنن جي اٿ ويهه، ٻولي، طبيعت، سوچ ۽ ورتاءُ ڪيئن هوندو، هڪٻئي ڏانهن لاڳاپا سوال اڀرندا ٿي ويا. پس پرده ۾، اهي ڪتاب، جيڪي سرمايدارانه نظام جي ذهنن جي پيداوار مواد سان ڀريل هئا، تن جون تحريرون، منهنجي ذهن جي پردي تي هڪٻئي پٺيان تيزيءَ سان ڊوڙڻ لڳيون. ڪيڏي مهل جارج آرويل جو "1984" ٿي آيو ۽ Big Brother جو تصور ٿي اڀريو، ته ڪنهن مهل وري Umbrella Garden جي ٽلهي متاري ڪتاب جا باب ٿي اکين

آڏو تري آيا، ڪنهن ويل وري سائخيل شولوخوف جو
جا همت آفرين جملا، ۽ گورڪيءَ And Quiet Flows the Don
جي ”ماءُ“.

ڪيڏي مهل اها پروپئگنڊا ڪنن ۾ گونجندي هئي ته ڇا، واقعي
سوويت يونين ۾ انسان، محض ۾ پيرو جانور آهي، وڏيڪ ڪجهه نه.
هر سچ پچ، مان نه هن ڪان اڳ، پروپئگنڊا مٽيريل ۾ يقين رکندو
هئس، نه وري هاڻي ٿو. صحافت ۽ ادب سان وابستگي هئڻ ڪري،
روس، عظيم لينن ۽ سوشلزم بابت ننڍي هوندي کان ڪجهه ڄاڻ هئي،
پيو ته، ته ٻي، امام انقلاب مولانا عبيدالله سنڌي، جيڪو انهن ڏينهن
انهيءَ انقلاب آفرين سر زمين تي وڏي آجيان ۽ آدر ڀاءُ وٺي آيو هو،
۽ لينن سان مليو هو، تنهن جا لفظ بار بار گونجي رهيا هئا، ته ”آئون
ڏسان پيو ته مشرق کان هڪ انقلاب اڀري رهيو آهي؛ جيڪو تقديرون
بدلائي ڇڏيندو.“

اهي ۽ ڪئين خيال، هڪ لار وانگيان اڀري رهيا هئا، جڏهن
اناؤنسر جي آواز وري لائونج ۾ پنهنجن ساٿين جي موجودگي جو
احساس ڏياريو ۽ اسان لنڪا کان آيل ايرو فلوٽ جي جهاز ذريعي
پنهنجي منزل ڏانهن راهي ٿيڻ لاءِ اڳتي وڌياسين.

جهاز تي قدم رکيم ته احساس اڀريو ته انهيءَ سر زمين تي
آهيان جنهن دنيا کي انقلابن جو سبق ڏنو؛ هڪ اهڙو پيغام جنهن
پورهيتن ۽ ڪڙمين کي پنهنجي تقديرن جو مالڪ بنائي ڇڏيو. ڏسڻ
جي آمنگن جون ڇوليون، اميد جي اٿاهه ساگر ۾ هڪٻئي کان اڳتي
نڪرڻ لاءِ ڊوڙون پائي رهيون هيون.

اسان سان گڏ، گهڻو ڪري، روس جا باسي سوار هئا، جيڪي
پيري اسٽيل ملز جا ماهر هئا. هو پاڪستان سرڪار جي دعوت تي
پاڪستان ۾ مل لڳائڻ ۽ پاڪستاني فني ماهرن جي راهبري ڪرڻ
لاءِ آيل هئا، هينئر وئڪيشن گذارڻ لاءِ وطن وري رهيا هئا. ان کانسواءِ
ڪجهه پاڪستاني رانديگر، تهران ۾ ايشيائي راندين ۾ حصو وٺڻ لاءِ
وڃي رهيا هئا. سري لنڪا جي اديبن جي ڪيپ، اڳ ۾ موجود هئي.
هو سوويت سرڪار جي دعوت تي وڃي رهيا هئا ۽ بعد ۾ اسان کي
سوويت يونين جي ڪئين علائقن ۾ مليا.

ايرو فلوٽ جا جهاز تمام سٺا ۽ جديد سهولتن سان آراسته ٿين. دنيا ۾ وڏي ۾ وڏي فليٽ اٿن. ضروري شيءِ کان وٺي ننڍي کان ننڍي شيءِ ڪان ٿئي، سرمائيدار ملڪن جي جهاز ران ڪمپنين جي جهازن وانگيان، سئنيما، ايڪسٽرا اکرزري ڪونه ٿين. هڪ ٻي ڳالهه ته ٻين هوائي ڪمپنين ۾ فرسٽ ڪلاس ۽ اڪانامي ڪلاس ٿين؛ ۽ ٻر ڪونه ٿين. جاڪاڻ ته سوشلسٽ نظام جو بنيادي تصور هي آهي ته سڀ انسان برابر آهن تنهنڪري ڪلاس نه هئڻ گهرجن. هوندي به هو سڄي (Class less) سوسائٽي سڏبي آهي ته پوءِ ڪلاس جو ڪهڙو ضرور تنهنڪري، ٻين هوائي ڪمپنين ۾ ايئر اسٽيوارڊ، جهاز ۾ سوار ٿيڻ وقت، بورڊنگ سلپ ۾ سيٽ جي نمبر کي مارڪ ڪري ڏيندي آهي؛ ٻر هتي ڪونه ٿئي. اندر وڃو، پوءِ پنهنجي سهولت سان جتي اچي ويهو. مون کي طرز زندگي جو اختيار هئڻ واري اها ڳالهه وڻي، اها سندن ڀائپي جي بهترين علامت نظر آيم.

اسان جي ٽي رفيق شميم اختر، مون ۽ منظور کان ڌار ٿي چڪي هئي ۽ اسان کان اڳ واري وئن ۾ چڙهي جهاز تي سوار ٿي چڪي هئي؛ تنهنڪري ان کي ڏسڻ اجايو هو. پر چڙهه چڙهان ۾ حال اهو ٿيو، جو جهاز جي انڪلوير ۾ پهچي ڪٿي پنڌيان ڪٿي ڏسان ته منظور نه ليي. اندر پهچي، مون به پروچڪي ڪري ٽن سيٽن واري هڪ خالي Mini قطار روڪي، ائين ئي جيئن ننڍي هوندي، ڇهين آنې واري ۾ فلم ڏسڻ وقت، پنهنجن يارن دوستن لاءِ ڪلاس جي آخري قطار ۾ سيٽون روڪيندا هئاسين. پوءِ ڪيم منظور جي ڳولا.

ڪلهي گس ۽ مسافرن جي اچ وڃ جي وچ مان ليئو پائي ڏٺم ته پيلي، منظور به اچي پيو. چيومانس ”تيز سنڀالجانءِ! آئون ماڻي کي ڏسي ٿو اچان، همسفر آهيون، ڪٿي وچڙي نه وڃون.“

منظور منهنجي چارج سنڀالي، پاڻ کي عوامي ايڪسپريس ۾ تبديل ڪيم. پنهي طرفن کان ڏسندو، جهاز جي بلڪل پائلٽ روم کان ٻويان، جتي دنيا جي باقي جهازن ۾ فرسٽ ڪلاس هوندو آهي اتي شميم کي ڏٺم. چيومانس، ”يا ته تون اسان وٽ اچ، يا اسان تو وٽ اچون؛ جيئن دوري جي بهترين پرواز کان ئي گڏ هجون، ائين نه ٿئي ته همسفر هوندي به ڌار رهون.“

هن محترم، پنهنجو بجڪو ۽ ٻيو سامان ڪٽي هلڻ ڳرو سمجهيو تنهنڪري اسان کي پاڻ وٽ اچڻ لاءِ چيائين. هن ستَ ڏيئي اسان لاءِ به سيٽون والاري ڇڏيون. ٿوريءَ دير بعد اسان هڪ ٻئي کي ڊار ٽيڻ جا ڏوراپا ڏيندي، پرواز جو انتظار ڪرڻ لڳاسين.

جهاز ٽيڪ آف ڪيو ۽ ۹ هزار ميٽرن جي بلندي تي پرواز ڪرڻ لاءِ پنهنجا پر، هوائن جي ڪلهن تي ڪوليا. عظيم تر ڪراچي جون گهٽيون ۽ رستا ڇڏي، اسان اڳتي وڌڻ لڳاسين. ساموندي ساحل جي نيراڻ کي ڇڏي، بلوچستان جي سنگلاخ ڇٽانن جي مٿان اورانگهڻ لڳاسين. زمين تي سفر ڪندي، شايد اهو منظر آڌو نه اچي ها. ٽن ڪلاڪن جي گپ شپ بعد اسانجي دوست ۽ پاڙيسري ملڪ ايران جي گادي تهران رسي وياسين.

تهران تي مني ڪلاڪ جي اسٽاپ اوورڪانپوءِ اسان وري هوا جي دوش تي سفر ڪرڻ لڳاسين. ڪجهه نوان مسافر، تهران تان لٿل مسافرن جي جاءِ تي چڙهيا رات پئجي چڪي هئي. وقت جو مقامي تصور هتي ختم ٿي چڪو هو ۽ هاڻي فضائي وقت سان هلڻو پئي پيو. ٿوري عرصي ڪانپوءِ ماني ڪاڍيسين. ماني، بين الاقوامي روٽن تي هلندڙ پروازن جي عالمي معيار جي هئي. البته صوف ۽ ٻئي ميوي جي گهٽائي هئي، جيڪا روس جي فطري عادت مطابق هئي.

هاڻي سون کي احساس ٿيڻ لڳو ته اسان عظيم لينن جي سرزمين ۾ داخل ٿي چڪا آهيون. رستي ۾ ٻري ٻري ڪا روشني نظر ٿي آئي، نه ته اونده. انهيءَ جو ڪارڻ هيءَ آهي ته سوويت يونين جو وڏو حصو ساوڪ سان ڀربور آهي. يا ته سموري زمين، سرسبز فصلن يا ميويدار باغن يا وري گهاٽن جهنگلن سان ڳتيل آهي. تنهنڪري، روشنيءَ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي ۽ خاص ڪري سوويت يونين جو باشندو سمهڻ ڪانپوءِ ڇو اجائي روشني ٻاريندو. البته، جتي روشنيون نظر آيون ته اهو خيال ٿيندو هو ته اتي ڪو ڪو فارم يا ننڍي صنعت هوندي.

۷ ڪلاڪن جي نج پرواز ڪانپوءِ، اسان گادي ماسڪو جي علائقي ۾ داخل ٿياسين. روشنين مان اندازو ٿيو ته اهي پورڊيش جي سر زمين جي گادي جون روشنيون آهن. ان وقت پنهنجي وقت جي

مطابق، رات جا ١٢ وڳا هئا ۽ اتي جي وقت مطابق رات جا ڏهه ٿيا هئا. روشنين جي دوري مان اندازو ٿيو ته شهر تمام وڏو آهي جنهنجي ڪٿ ڪرڻ ڏک نظر ۾ ممڪن ناهي.

ماسڪو ۾ روزانه ايترا ماڻهو اچن وڃن ٿا جو چار هوائي اڏا قائم ڪرڻا پيا آهن. هر ڏهين منٽين گهريلو توڻي بين الاقوامي پرواز مان هڪ جهاز لهي ٿو. گهريلو سروس ۾ ته بي انتها رش ٿيندي آهي، اسان کي ٻڌايو ويو ته ماسڪو شهر ۾ روزانه ٢ لک ماڻهو جهازن ۽ ريل رستي اچن ۽ وڃن ٿا.

جهاز تان لهڻ کانپوءِ دنيا هڪدم تبديل نظر آئي. پهرين نظر ۾ اهو احساس ٿيو ته هتي عورتون گهٽائيءَ ۾ ڪم ڪري رهيون آهن، ۽ بلڪل ائين، جيئن مردن ۽ عورتن ۾ ڪو فرق نه هجي. اهو ته سون کي معلوم هو ته سوشلسٽ معاشري ۾ فرد جي اهميت آهي، جنس جي نه. اتي مردن ۽ عورتن کي برابري جا حق، ۽ موقعا حاصل آهن، ۽ هنن وٽ اهم شيءِ صلاحيت آهي، نه ڪي جنس. البته گهٽائي لاءِ اهو معلوم ٿيو ته اتي مردن جي گهٽتائي آهي، ڇاڪاڻ ته سوويٽ عوام جنگين ۽ تضادن جي ڀليل آهي، تنهنڪري گذريل جنگين خاص ڪري ٻي جنگ عظيم ۾ هن قوم ايترا مرد وڃايا جو اڃا تائين ڪوٽ نه پري سگهي آهي. انگن اکرن مطابق اتي اٽڪل ٻه ڪروڙ عورتون وڌيڪ آهن.

خير اسان روسي زبان کان اڻ ڄاڻ هئاسين، تنهنڪري جيستائين اسان کي ترجمان ملي تيستائين مسئلو اکرڻ ڏکيو هو. پر جيئن ته، انٽرنيشنل لائونج هٿ ڪري، هوائي اڏي تي روسي سان گڏ، انگريزي ۾ به عبارتون نظر آيون، تنهنڪري، اسان جي جلدي مشڪل ڪشائي ٿيڻ لڳي. هيلٿ کانپوءِ اميگريشن ۽ پوءِ لگيج واري رسيونگ ٻوٿ تي پهتاسين. اسان جي جهاز کان ٥ منٽ اڳ افريڪا مان هڪ جهاز آيو هو تنهنڪري انهن جو سامان پئي هليو. ڪلاڪ کن کانپوءِ اسان کي به پنهنجو سامان مليو. ليگيج کانپوءِ ڪسٽم جو وارو آيو، جنهن لاءِ ڊڪليئريشن پرڻ ضروري ٿيندو آهي. ڊڪليئريشن ۾ پنهنجي ڪرنسي کان سواءِ پاڻ سان گڏ ۽ ٻهريل سون ۽ زيورات به ڊڪليئر ڪرڻ ضروري ٿيندو آهي. اهو هن ڪري ضروري ٿيندو آهي ته اڳتي هلي روسي ڪرنسي ۾ تبديل ڪرائڻ ۾ ڊڪليئريشن ۾ درج ڪرڻو پوندو آهي.

کسٽم تي هئاسين ته اسان کي خبر پئي ته اسان جي ميزبان اداري ايجنسي پريس نووسٽي APN جو هڪ عيوضي اسان جو انتظار ڪري رهيو آهي. آفيسر، هر چيز جو بغور معائنو ڪري رهيا هئا. انهيءَ ڪري ٿوري ۽ ضروري دير ضرور لڳي. هرڪو ماڻهو قطار ۾ اطمينان سان پنهنجي واري جو انتظار ڪري رهيا هو.

نئين ماحول ۽ نئين سماجي ڍانچي ۾ پاڻ کي اڊجسٽ ڪرڻ جي ڪوشش ۾ هئاسين. اسان وانگيان ٻيا به غير روسي هئا. پهرين نظر ۾ اهو ڏسڻ ۾ آيو ته هڪ منظم قوم، پنهنجي لاءِ پاڻ قانون ۽ پابنديون ٺاهي، ڪيئن نه انهن جي پابندي ڪري، ٻين لاءِ سبق بڻجي ٿي.

ڪليئرنس ڪرائڻ کانپوءِ ٻاهر نڪتاسين. مسٽر وڪٽر، پنهنجو تعارف ڪرايو. هو اي- پي- اين جي پاران اسان جو پهريون ميزبان هو. ڏکيو، ٿلهو، هلڪو، روسي زبان جيئن ڪنهن کي پنهنجي مادري زبان ڳالهائڻ گهرجي، ڳالهائي ۽ انگريزي به چڱي سوچاري ايندي هئس.

ٿوري دير ۾ اسان شهر ڏانهن راهي ٿياسين. هوائي اڏو شهر کان ٦٠ ڪلوميٽر کن پري هو تنهنڪري اسان کي شهر جي مرڪزي حصي تائين پهچڻ ۾ ڪجهه وقت لڳي ويو. هوائي اڏي کان شهر تائين، رستي جي ٻنهي ڪنارن تي ساوڪ ئي ساوڪ آهي. اها حالت شهر جي ٻين ٽن هوائي اڏن سان به آهي. اندازو ڪريو ته شهر ۾ روزانه هوائي جهازن جي ڪيتري اچ وڃ هوندي جو چار هوائي اڏا قائم ڪرڻا پيا آهن. گهاٽن وڻن سان ڪيڏي ڪيڏيءَ مهل روشني جا ڪرڻا چٽي ٿي آيا جنهن مان اندازو هو ته ٻنهي پاسن تي ننڍيون بستيون ۽ فارم هئا.

شهر ۾ گهٽيون روشنيون ڪو نه هيون ڇاڪاڻ ته ڪافي دير ٿي ويئي هئي. صرف رستن جون ۽ گهرن اڏو روشنيون پري رهيون ديون. رات هئڻ ڪري، رستن تي اچ وڃ گهٽ هئي. ڪيڏي ڪيڏي مهل سنتري دستوري چڪر هڻندي نظر ٿي آيا. ٿڌي روشني ۾، شهر جي گهاٽڙپڻي جو صحيح اندازو ته نٿي ٿي سگهيو البته اهو ضرور محسوس ڪيم ته اڄ جو ماسڪو انقلاب کان اڳ، انقلاب کانپوءِ ۽ مستقبل جي ٽن حصن تي مشتمل آهي. ڪٿي اوچيون عمارتون ته ڪٿي وري لانڍين وانگيان پراڻيون روايتي جايون موجود.

پراڻي ماسڪو کان ٿيندي ماسڪو ندي جي ڪناري هوٽل روسيا ۾ پهتاسين. جيئن رات جو اڌ حصو ننڊ ڪجي، پوءِ صبح جا ياڳ صبح سان. هوٽل روسيا، دنيا جي وڏي ۾ وڏي هوٽل آهي.

سون کي محترم جي الانا جو سفرنامو 'Some of My yesterdays' ياد اچي رهيو هو، جيڪو هن امريڪا جي سفر بابت لکيو هو ۽ سون سلسليوار ترجمو ڪري ڇاپيو هو ۽ جنهن ۾ نيويارڪ جي والڊرف آسٽريو هوٽل جو ذڪر ڪيو هو. انهيءَ هوٽل ۾ ٢ هزار ڪمرا آهن ۽ انوقت دنيا جي وڏي ۾ وڏي هوٽل ليکبي هئي، پر هينئر هوٽل روسيا ليکي ويندي آهي جنهن ۾ ٣٢٠٠ ڪمرا آهن. ١٥ منزلن تي مشتمل آهي. منجهس داخلا لاءِ چار رستا آهن. هر هڪ منزل تي ريسٽوران، لڳ ڀڳ ٻه درجن ريسٽوران، ڌوٻي جا دڪان، باربرشاپ، تحفن ۽ ٻين ضروري شين وٺڻ لاءِ انيڪ دڪان، هڪ ننڍو ٽپال گهر هر مڪيہ لنگهہ وٽ آهي. پر درجن کن لفٽن سان هيءَ هوٽل سياحن جي سهولت جي پيش نظر رکي ٺاهي ويئي آهي. هڪ ڇڱو خاصو شهر آهي. ڪمرا بلڪل يورپي وضع قطع جا. ٽي وي ريڊيو، ريفريجيريٽر موجود، ميز جي خاني ۾ هڪ سئي اچي ۽ ڪاري ڌاڳي سان موجود تہ متان ڪنهن مهمان کي ڪٿي ٻٽڻ ٽانڪڻ جي گهرج پئي. برطانوي هوٽلن ۾ رات جي سمهڻ وقت، گهڻو ڪري مهمان پنهنجي جتي لاهي در جي ٻاهر رکي ڇڏيندو آهي ۽ صبح جو هوٽل جو پالش ڪندڙ اچي جتي پالش ڪري ويندو. پر هتي ائين ناهي. سوشلسٽ سوسائٽي ۾ هر ڪنهن کي پنهنجو ڪم پاڻ ڪرڻو پوندو آهي. تنهنڪري باوجود بهترين رهائشي سروس مهيا ڪرڻ جي، اهو ڪم ڇاڙي واڙي نہ رکيو ويو آهي.

ٻيو فرق هيءُ تہ اولهہ جي يورپي هوٽلن ۾ بيڊ ۽ بريڪ فاسٽ شامل هوندو آهي پر هتي هر شيءِ جي قيمت ڌار آهي. نيرڻ بہ انهن ۾ شامل آهي. ڇاڪاڻ تہ هتي، انسان جي قيمت وڌيڪ آهي، ۽ هو اهم آهي انهيءَ ڪري روم سروس سوانگي پئي ٿي. انهيءَ ڪري خود مهمان اها حاصل ڪرڻ نہ چاهيندا آهن. هوٽلن بہ ايڏي ضرورت محسوس نہ ٿيندي آهي، ڇاڪاڻ تہ ريسٽوران ۽ دڪان سڀ ڪجهہ ٿورو ئي پري آهن.

خير، ٿوري خنڪي هئي تنهنڪري، تنهائي ڪي ساٿ وٺي سمهي پيس. صبح جو سوير، دستور مطابق اڪ ڪلي ته ماسڪو جي ڀرپور صبح خيرمقدم ڪيو. مان ڏهين منزل تي هئس، اتان دري، ماسڪو نديءَ ۽ شهر جي نئين تعمير ٿيل حصي ڏانهن کلي ٿي.

صبح جو سوير هرڪو پنهنجي ڊانڊي تي راهي ٿيڻ لاءِ بس اسٽئنڊن وٽ بيٺل نظر آيو. ائين ٿي لڳو چڻڪ مان پنهنجي ڪراچي جي نرسري واري علائقي ۾ اچي نڪتو هجان، پر پنهنجي ڪراچي واري علائقي ۾ بجاءِ تي هلندڙ بسون نه هيون باقي سڀ ساڳيو هو. ماڻهن جي تندهي ۽ ذميداري جو احساس، صبح جو سوير واري چهري مان ظاهر هئو.

اتي زندگي جو ڪاروبار ٩ بجي شروع ٿي ويندو آهي، تنهنڪري هرڪو مهل سر ڪم تي پهچڻ لاءِ ڪجهه اڳواٽ ئي اٿندو آهي. اسان به ٩ بجي تائين تيار ٿي وياسين. سواءِ ٩ بجي ڌاري مسٽر وڪٽر آيو ۽ پاڻ سان گڏ هڪ نوجوان مسٽر اليگزنڊر ساشا آندائين جنهن کي اهو ڏينهن اسان سان گڏ اسان جو ميزبان ٿي رهڻو هو. هو به اي پي اين جو ڪارڪن هو. مسٽر ساشا، سٺي انگريزي ڪانسواءِ ترڪي ٻولي به ڄاڻندو هو ۽ هينئر پاڪستان سندس اڀياس جو موضوع هو.

هاڻي نيرن جو وارو هو. ڪاڏي جو ذڪر نڪتو آهي ته ڪجهه اتي جي هوٽلن ۽ ڪاڏي بابت به ذڪر ڪندو هلان. اتي پاڻ وانگيان ناهي ته ناشتي تي ڪجهه چهراٽ ۽ ممڻاٽ ٿئي هجن. پاڻ وٽ قيمو، جيراندي، بيضو ۽ پنهنجن مهاجر ڀائرن جي نهاري آهي. لاهور ۾ ته ناشتي جي معنيٰ مرغ ڇولا، دال ۽ حلوو پوري. رهيو ڪراچي ته اتي به اڄ ڪلهه سوين چٽ پٽي ناشتي جا دڪان سٽيا پيا هوندا آهن. حيدرآباد ۾ به رون ڪوريءَ جي هوٽل تان صبح جو سندي، مغز، قيمي جو ناشتو مشهور آهي يا وري قلمي واري در تان نهاري لاءِ ڊم لڳي پئي آهي.

روس ۾ ممڻاٽ وڏيڪ پسند ڪئي ويندي آهي. اتي ناشتي ۾ بيضا، بيضن مان ٺهيل شيون، مکڻ، جام، ٽوس ۽ ڪير مان ٺهيل شيون صبح جا آئٽم آهن. پته آنا، ڪجهه ٽوس، مکڻ دنگ ٿيو. وڌ ۾ وڌ دهي جو گلاس جنهن کي هو ڪيفيئر چون ۽ تمام سٺي ٿئي.

بلڪل ائين جيئن چاڏيءَ ۾ راتوڪي چاول ڊونري ڪي منڊي هٽي، وٽو پري ڪڍيو آهي. ٻ، ڪيفيٽرڪي اهي پسند ڪندا آهن جيڪي رات جو دير تائين محفل ۾ رهي، آڪين ڪي سرخ ڪندا آهن.

منجهند جي ماني ۾، ۵-۶ شيون ته هونديون ئي هونديون آهن. سوپ هڪ ٻن قسمن جو آهي. باقي پنهنجي مرضي تي سيڪنڊ ڊش، سالاد ۽ سوئيٽ وغيره کائبو آهي. سالاد سان کائڻ لاءِ بليڪ بريڊ ميرانجهڙي رنگ جي هڪ روٽي هوندي آهي.

رات جي ماني ۾ سوپ ڪونہ ٿئي باقي ٻيون ڊشون هونديون آهن. يورپ جي ملڪن وانگيان سرج گهٽا ڪونہ کائين ۽ گهٽو ڪري فراءِ ٽيل ڪاڏو استعمال ڪن. چاڪاڻ تہ وڻن پاڇيون ۽ ميوو جام ٿئي، تنهنڪري انهن جو استعمال ٻہ فراواني سان ڪن. جيئن يورپ جي سرمائيدار ملڪن ۾ پٽاٽو گهٽو استعمال ڪيو ويندو آهي، هتي ائين ناهي. هو اسان وانگيان گوشت جا ڪوڏيا آهن. هتي جي آئيس ڪريم سڄي دنيا ۾ بهترين ٿيندي آهي. هن جي ڏاهڻ جو طريقو خبر ناهي تہ ڪهڙو آهي پر ان ۾ هر قسم جو فليور وجهندا آهن. چاڪليٽ ڪي ٻہ استعمال ڪن جنهن ڪري وات جي لذت دنيا جي هر شيءِ کان نرالي ٿيو وڃي. هن کان اڳ ۾، سنهنجي زبان تي سنڌ جي کهڙن واري آئيس ڪريم ۽ سکر وارو فالودو چڙهيل هو پر سچ پچ هن جي لذت ڪنهن شيءِ سان ٻہ پيٽي نٿي سگهجي.

مون اتي جي کاڌي ۾، مٺاڻ ۽ ڪاربو هائيڊريٽ جو وڏيڪ استعمال هيئن محسوس ڪيو تہ گهڻن مائهن جا ڏند سونا ڏٺم. جنهن مان اندازو ٿيم تہ گهڻي مٺاڻ سان ڏند ڪاڇڻ ڪري، هنن کي ڏند بدلائڻا پون ٿا.

ملڪ تمام وڏو، زرخيز ۽ ميوي جي پيداوار سان ڀرپل آهي. ميوو هن طرح ٿئي جو صوفن ۽ آڙو جا وڻ ائين رستن جي ڪنارن تي قطارن ۾ لڳل هئا جيئن پنهنجي ميرپورخاص واري روڊ تي ڏالهي ۽ نمون لڳل آهن. ڪٿين واندا ٻار، رستي جي ڪنارن تي رونشي خاطر ڪچا صوف پٽيندي نظر آيا.

کاڌي ۾ ٻيو خاص قابل ذڪر نڪتو اتي پاڻي جو استعمال آهي. اتي صاف ۽ صحت بخش غذا کائڻ ڪري هاضمي دار پاڻي گهرجي، جيڪو هو، زير زمين ذريعن سان حاصل ڪندا آهن. انهيءَ

۾ ڪجهه ڪيميائي جزا ملائي هڪ ٽئين قسم جو سٺو پاڻي ٺاهيندا آهن جنهن کي سڏين منرل واٽر. ڪجهه حصي کي ايريٽيڊ ڪندا آهن جنهن کي بوتلن ۾ بند ڪري، ماني جي وقت يا ائين ئي ڪٽب آڻيندا آهن جنهن سان لڪڙ هضم پٿر هضم. اهو هاضمي وارو پاڻي هنن جي صحت جو وڏو راز آهي. سادو پاڻي، بنهه استعمال نه ڪن؛ جيڪڏهن ڪن ته تمام گهٽ. شهر ۾ پيئڻ جي پاڻي لاءِ هرهنڌ مشينون لڳيون پيون آهن، جن ۾ ۳ ڪوپيڪ (اٽڪل ۳۰ پيسا) منرل واٽر لاءِ، ۱ ڪوپيڪ ايريٽيڊ پاڻي لاءِ پاڻي حاصل ڪجي ٿو. رستي تي ڪو سادو پاڻي ڪونه ملي.

هڪ گهمري، هڪ خوش طبع قسم جي روسي باشندي سان انهيءَ باري ۾ ڳالهه ٿي ته هن سٺو پڌايو. چيائين: ”اسان سادو پاڻي صرف باٿ روم ۾ ڪتب آڻيندا آهيون.“ سون ڪان رهيو نه ٿيو ٺهه پهه چيومانس ته ”ڏند به تڏهن ڪرايا وڃهو گهمو.“ انهيءَ تي وڏو ٺهڪ ڏنائين.

هتي جي هوٽلن ۾ هڪ ٻي خاص ڳالهه هيءَ آهي ته رهائشي هوٽلن ۾ سياح تمام گهڻا ايندا رهندا آهن. روس آثار قديمه ۽ نوادرات ۾ ايترو شاهوڪار آهي جو اوهانکي سياحن جا نت نوان ٽولا نظر ايندا. تنهنڪري، انهن لاءِ، هوٽلن ۽ ريسٽورانن جي ڊائننگ هالن ۾ ٽيبلون مخصوص ڪندا آهن، جيئن مهمانن کي تڪليف نه ٿئي. سندن مهمان نوازي انهيءَ سان پکي ٿي، هونئن به مزاج ۾ روسي تمام مهمان نواز آهن.

هڪ ٻي خوبي هيءَ آهي ته شهر جي هڪ ئي معيار ۾ مختلف هوٽلن ۾ مينو، اگهه ۽ معيار هڪ ئي هوندو. اهو هڪجهڙائي رکڻ وارو طريقو، سوچ، عمل ۽ اقتصادي سرشتي کي ڪاميابي سان هلائڻ لاءِ تمام ڪارگر ثابت ٿيو آهي. انهيءَ سان هيءَ ڳالهه ضرور آهي ته ڪنهن به ريستوران ۾ اگهن جي گهاٽا واڌي يا معيار جي هيٺانهين مٿانهين ڪري ماڻهن جي دلچسپي ۾ فرق نٿو اچي.

هوٽل جي اندر ويٽر تمام اهم هستي آهي. وچڻ شرط هو اوهانجي آجيان ڪندو ۽ انهيءَ کانپوءِ وهاريندو. مينو آڻي، آرڊر لکندو؛ ۽ پوءِ واري سان نمبروار ڏشون آڻيندو. اڳيو پوءِ وارو ليکو

هتي ناهي. پوءِ آيل کي پوءِ ئي کاڌو ملندو. هرڪو چاڪاڻ تہ بنيادي طرح برابر آهي، تنهنڪري امتيازي سلوڪ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. هرڪنهن کي پنهنجي واري جو انتظار ڪرڻو آهي. ڪوبہ ويٽر تي زور پري نٿو سگهي تہ ڪيس دير ڏني ٿي يا تہ هو وڏو ماڻهو آهي، تنهنڪري هن جي چاڪري جلد ڪئي وڃي.

منهنجي ذهن ۾ فورن پاڪ وارا همراهہ ياد اچي ويندا هئا. ويٽر ٿوري دير ڪئي تہ ميز وڄائڻ شروع ڪنداسين يا وري نڪ دخل تي دانهن ڏينداسين. ويٽر بہ وري ڏسندو تہ چاڻ سڄاڻ وارو آهي يا اڳين گهمري سٺي ٽپ ڏني هئائين تہ تڪڙ بہ ڪندو. سٺي ڪان سٺي سروس ڪندو ۽ هر شيءِ ۾ سهولت ڏيندو. پوءِ چاهي، اسان ڪان اڳ آيل همراهہ پرواربن ٽيبلن تي ويهي ويهي ڪلاڪن ڪان سڪندا هجن. ويندي، سلام بہ شاهي ڪندو. روسي ويٽر ڪي هر ڪنهن کي اوتري عزت ڏيٺي آهي جيتري پنهنجي ڪنهن سائيءَ کي. نڪو رڙ ڪرڻ جي ضرورت آهي، نہ وري شش شش ڪري سڏڻ جي گهرج. ٻاڻهي آئينبد ڪندو. ٽپ جو تصور اتي ناهي، پر مغربي سياحن جي اچڻ ڪري هاڻي رواج پيو آهي. پر جيڪڏهن ڪونہ ڏئي تہ ميڙيڻي خير آهي. يوروپي بيٽرس وانگيان نہ تہ ٽپ چڱي موچاري نہ ملي تہ منهن ڪٽي سڃائيندا. هر ويٽر خوش اخلاق ٿئي، ملنسار ۽ شستگي رکندڙ. جنهنڪري گراهڪن ڪان شاباس، مهرباني حاصل ڪهو وڻن.



# ماسڪو:

## انقلاب جي سرزمين جي گادي

پروگرام مطابق، اسان کي سڀ ڪان اول ماسڪو گهمڻو هئو ۽ اتان جي تاريخي اهميت جون جايون ڏسڻيون هيون. اسان جو

مهمانواز اليگزنڊر ساشا هئو. ايجنسي پريس نووستي جي گاڏي ”وولگا“ جيڪا اتان جي ندي وولگا جي نالي پويان سڏبي آهي، اسان جي حوالي هئي. ڪئين اهڙا دوست جيڪي مختلف وقتن تي پاڪستان ۾ روسي مشن جا پريس آفيسر ٿي رهيا هئا، ۽ هاڻي پنهنجي وطن ۾ خدمت سرانجام ڏيئي رهيا هئا، تن جي پڇا ڪيم. نيسترووسڪي، اوبوتوف، زيچڪوف، بلينوف ۽ اسڪول آف اورنٽيل اسٽڊيز جي پاڪستان سيڪشن جو سربراهہ مسٽر گنڪو وسڪي، پر هنن مان صرف هڪ صاحب مسٽر بلينوف، جو پتو پيو ۽ فوري طور ملاقات نہ ٿي سگهي ڇاڪاڻ تہ اهي يا تہ موڪلون گذارڻ لاءِ ڪنهن ٻي هنڌ ويا هئا يا وري مختلف فرائض انجام ڏيئي رهيا هئا.

ماسڪو سوويٽ يونين جي گادي ۽ اڄ جي سوويٽ روس جو وڏي ۾ وڏو شهر آهي. سندس آبادي ۸۰ لکن کان مٿي آهي. وڏو، ويڪرو، ڪشادو، شاهي رستن ۽ وڻڪار سان ڀريل شهر آهي. ٽڏي دٺ ڪري، ايڏي ساوڪ اٿس، جو جيڪڏهن ڪي رستي جي ڪناري ڪٽان ڪا ڦاٽي پيئي تہ اتي ہر ڪونہ ڪو پوٽو اڀري پئي ٿو. هر هنڌ تجارتي مرڪز، رهائشي فليٽ توڙي وڏا واپاري ۽ خريد و فروخت جا مرڪز نظر ايندا. شهر جي پنهنجي آباديءَ کانسواءِ، پرپاسي، اندرون ملڪ جا ماڻهو وڏي تعداد ۾ ۽ روزانہ اٽڪل ۲۰ هزار غير ملڪي سياح شهر اندر روزانہ ايندا ۽ ويندا آهن. دراصل، ماسڪو ۾ ماڻهن جي دلچسپي، ان جي عجيب و غريب ۽ تمام انوکي گهاڙيٽي جي ڪري آهي.

اوهان جيڪڏهن ماسڪو شهر تي نظر وجهندا تہ ڪن پلڪ ۾ شهر جي ساخت ۾ فرق محسوس ڪري وٺندؤ. هڪ طرف اوهان کي قديم روس ۽ وچ ايشيا جي تعمير جو مخصوص ۽ خوبصورت انداز ڏسڻ ۾ ايندو تہ ٻئي طرف ان جي ڀر ۾، فلڪ بوس عمارتون نظر اينديون. اوهان جي نظرن ۾ اچا مس وچي، تاريخي ديولين جا بصر نما گنبذ ويهندا تہ ٻئي گهڙي ڪشادن ۽ وڏن رهائشي فليٽن جا جرڪندڙ شيشا ۽ گلن سان ڀريل بالڪنيون نظرون ڇوراڻ لڳنديون.

ماسڪو جي شهر کي سولائي سان ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: هڪ ماسڪو ڪريملن، پيو انقلاب کانپوءِ ۽ ٽيون آئينده جو ماسڪو، ماسڪو ڪريملن، پندرهين صدي واري روسي ماسڪو جي



قديم ۽ جديد ماسڪو هڪ ئي نظر ۾.



هوٽل روسيا مان ماسڪو، صبح جي پهر ۾.

سياح جي ڪئميرا جسي اک موٽر مان ماسڪو هيئن ڏٺو.



دل ڇڪي سگهجي ٿو. هيءَ دنيا جي تمام خوبصورت قديم تعميرات جو جهرمٽ آهي. ڪريملن دراصل هڪ قلعي جو نالو آهي جنهن ۾ قديم ماسڪو جي زار بادشاهن جا محل، ديوليون، فوجي هيڊ ڪوارٽر ۽ انتظامي دفتر هئا. ماسڪو ندي جيڪا شهر جي وچ مان وهي ٿي، ان جي اترين ڪناري تي واقع آهي، ائين ئي جيئن سنڌو نديءَ جيڪر ريلوي اسٽيشن حيدرآباد وٽان وهندي هجي؛ ۽ پڪو قلعو ڪريملن هجي. اڄ به شهر جي دل بنيل آهي. ڪئٿيڊرل آف ازمپشن، ڪئٿيڊرل آف انسيئيشن، آرچيچل ڪئٿيڊرل، بلفراءِ آف آئون دي گريٽ، دي فيسيٽيڊ هال، دي ٽريمس پئليس، انهن ۾ شامل آهن.

هيءَ عمارتون پنهنجي ملڪ جي گهاڙهين سرن وانگيان ٺهيل آهن، پر هنن جا گنبذ ايئي بصر جي ڳنڍ جيان آهن جن کي وري رنگ برنگي پٽيون يا سونو پاڻي چڙهيل آهي ۽ ڪئين ميل پري کان جرڪندا نظر ايندا.

هٿيار گهر ۽ سينيٽ بلڊنگ، جيڪا هينئر سپريم سوويٽ جي گادي آهي، ارڙهين صديءَ ۾ تعمير ٿيا. باقي ڪريملن ٿيئٽر ۽ محل تازو ڪيل واڌارو آهي. هي سموريون عمارتون، ڪريملن جي شاهي قلعي نما عالم پناهه اندر آهن جنهن ۾ داخلا لاءِ چار مکيه دروازا آهن. هر ديوار تي برجن وانگيان چوڪنڊا ٽاور ٺهيل آهن؛ جيئن پنهنجي ڪوٽڏجي واري قلعي تي آهن. پر پاڙ وارا ٽاور گولائي تي ٺين. هنن ٽاورن جو نمونو، حيدرآباد جي قلعي جي مکيه دروازي تي ڊٺل ٽاور وانگيان چورس ٿي سگهي ٿو.

ڪريملن جي ديوار تي ڪل ٻارهن برج آهن جن تي ڌار ڌار نالا رکيل آهن؛ مثال طور رازن جو ٽاور، سينٽ پيٽر جو ٽاور، پناتينا ٽاور وغيره. ڪن تي مورڳو نالا ئي ڪونهن تنهنڪري انهن کي پهريون بي نام ٽاور، ٻيو بي نام ٽاور ڪري سڏيو آهي. سڀ کان دلچسپ اهي چار ٽاور آهن جتان لنگهه آهن. هنن ۾ هڪ پنجون ٽاور به آهي جيڪو ماسڪو نديءَ جي ڪناري ڏانهن هٽڻ ڪري، واٽر ٽاور سڏجي يا ائين ڪٿي چئجي ته جيئن پاڻ وٽ ڪراچيءَ ۾ منو در ۽ کارا در، شڪارپور ۾ هاٿي در ۽ لکي در ۽ واشنگٽن ۾ واٽرگيٽ آهي. سچو ڪريملن، جاهلو هٿر واري فرش سان پٽل آهي.

ڪريملن ۾ هوندن تہ هر شيءِ گهمڻ جهڙي آهي پر سينٽ بيسل جي ڪنٽيڊرل، زار جي توپ، زار جو گهنڊ ۽ هٿيارخانو تمام دلچسپي جا مرڪز آهن. زار جو گهنڊ سينٽ بيسل جي ڪنٽيڊرل جي پاهران رکيل آهي. ڪو ۲۵ فٽ کن اوچو آهي. سڄو پتل جو ٺهيل آهي. گهنڊ جي پڙدي جي ويڪر ۳ انچ کن ٿيندي. ايترو وزني آهي جو سٺي ڪنهن ديول تي پهچائڻ نہ صرف ممڪن نہ هئو پر اهڙي عمارت بہ ڳولهڻ مشڪل هئي جنهن مٿان گهنڊ رکجي. تنهنڪري ان کي ديول جي پاهران ئي رکيو ويو. سندس هڪ ٽڪر ٽٽي پيو آهي جنهن کي اتي ئي رهڻ ڏنو ويو آهي. هن گهنڊ کي دنيا جو وڏي ۾ وڏو گهنڊ سڏبو آهي.

هٿيارخانو سيني ڪان وڌيڪ گهمڻ لائق آهي. هي روسي قوم جي جنگي سوڀن ۽ فتحمندي جو آئينو آهي. هن جو بنياد ارڙهين صديءَ ۾ پيو، جڏهن پهرين پيٽر، روسي فتوحات ۾ هٿ ڪيل دشمن جي هٿيارن جو نمائش گهر ٺاهڻ چاهيو. نيپولين سان جنگ ۾ روسين کي ۸۳۰ قابل استعمال توبون هٿ آيون. اهي سڀ ڪريملن جي حوالي ڪيون ويون، جيڪي نماءُ لاءِ رکيون ويون. هنن ۾ فرينچ، اطالوي، هسپانوي ۽ ڊچ ڪاريگرن جون ٺهيل توپون شامل آهن. هنن توپن مان ۷۰ توپون تمام پراڻيون، سورهين ۽ سترهين صديءَ جون آهن. هنن مان ڪئين توپون، ڪريملن جي ٽاورن تي رکيل هونديون هيون. انهن ڏينهين ڪريملن جا ٽاور مخروطي نہ، پر سڌي ڇت وارا هوندا هئا.

هنن توپن مان هڪ توپ تمام مشهور آهي، جنهن جو ڪو مٽ ثاني ناهي. اها آهي زار جي توپ، ۽ دنيا جي وڏي ۾ وڏي توپ سڏبي آهي. هي توپ، مشهور توپ ساز آنڊري شوخوف جي ڪاريگري جو شاهڪار آهي. هن جي وزن جي توپ دنيا ۾ ڪٿي بہ ڪانهي، نہ وري هن جهڙا نقش نگار ڪنهن توپ تي هوندا. هن جو ڪل وزن ۲۲٦۰ مڻ آهي. سندس نال ۱۸ فٽ ڊگهي آهي، سندس گولي جي ماپ ۸۹۰ مليميٽر ۽ وزن ۲۸ مڻ آهي. هن توپ تي رڪ جي آڪر جو ڪم تمام شاندار ٿيل آهي. مٿس زار فائيڊر اوناوچ جي تصوير اڪريل آهي جنهن تي هيءَ عبارت لکيل آهي:

”خدا جي ڪرم سان، ۽ شهزادي اونساوچ زار عظيم، روس جي حڪمران لاءِ.“

توپ ڏسڻ سان مون کي پنهنجي ڪوٽڏجي واري توپ مريم يا وري لاهور واري توپ زم زم، ذهن ۾ تري آئي. پر هن توپ ۽ اسان وارين توپن ۾ هڪ فرق آهي. اهو هي ته اسان واريون توپون وزن ۾ ضرور گهٽ هيون، پرگولا ضرور ڇوڙيا هئائون. زار واري توپ ٺهڻ کان وٺي اڄ ڏينهن تائين هڪ گولو نه ڇوڙيو آهي. غالباً ڪو همت پٽڻي، هن مان ڪو گولو ڇوڙي ها ته اندازو ٿئي ها تـه ان جو مارو ڪيترو آهي؛ جيئن اسان ڪوٽڏجي واري ڇور ٻوگيز توپ سان ڪيو هو ته اندازو ٿيو ته سکر تائين مارو ڪري سگهي ٿي. هيءَ توپ ڪن ڏينهن، ٽاور آف سيوير تي پيل هوندي هئي، ۽ روسين جو اهو عام خيال هوندو هو ته جيستائين اها توپ موجود آهي تيستائين ماسڪو کي خطرو ناهي.

سينٽ بيسل جي ڪئٿيڊرل ۾ زار ۽ ٻيا شاهي خاندان جا فرد دفن ٿيل آهي.

سيويرس ٽاور جي ٻاهر ريڊاسڪوابر آهي. هتي سوويٽ يونين جي قومي ڏينهن تي پريڊون ۽ جلسا ٿيندا آهن. پرسان روسي جي باني ۽ عظيم انقلابي اڳواڻ ۽ سوشلزم کي عملي صورت ڏيندڙ لينن جو مقبرو آهي، جتي حاضري ڏيڻ لاءِ سياح توڻي ملڪي باشندا، هر وقت ڊگهين قطارن ۾ نظر ايندا.

ڪريملن ۾ ئي، سوويٽ يونين جي گمنام سپاهين جي قبر آهي، جن جي ياد ۾ ٻارهوني مشعل روشن رهندي آهي. ملڪي مهمان دوري جي حصي طور، هنن سپاهين جي قبر تي گل چاڙهيندا آهن. هوئنن به شادي شده جوڙو، شادي رجسٽر ٿيڻ ڪانپوءِ ٻهريون ڪم هن قبر تي گل چاڙهي، پنهنجي عقيدت ۽ قومي محبت جو اظهار ڪندا آهن. نون شادي ڪيل جوڙن جي رش هتي ايتري هوندي آهي جو هر وقت ٽي چار جوڙا ته نظر ٿي نظر ايندا آهن.

# پراڻو ۽ نئون ماسڪو:

ڪريملن ماسڪو کان سواءِ پراڻو ماسڪو پرولتاري انقلاب اچڻ کان پوءِ جو ماسڪو آهي جنهن ۾ نيون جايون، اسڪول، ريلون، رستا ۽ دڪان آهن. انقلاب کان اڳ ته ملڪ جو اقتصادي نظام اهڙو هو جو غريب ويتر غريب ٿيندو ويندو هو ۽ شاهوڪار، وڌيڪ شاهوڪار ٿيندو ويندو هو. طبقي واريت، ملڪ جي سمورن وسيلن کي پنهنجي هٿن ۾ ڪري رکيو هو، تنهنڪري مزدور، هاري ۽ دانشور جيڪو ملڪ جو مالڪ هو، سو زندگيءَ جي بنيادي سهولتن کان محروم هو. طبقاتي استحصال هنن کي رهڻ لاءِ هرگز زمين به ميسر نه ڪئي هئي، پر انقلاب کان پوءِ هر شهري کي بنيادي سهولت مهيا ڪرڻ اسٽيٽ جو ڪم آهي. انهيءَ استمراري دور جون نشانيون، اڃا تائين ماسڪو جي پراڻي حصي مان ظاهر آهي، جنهن کي انقلاب کان پوءِ نئين سر ڊاهيو ويو آهي.

١٩١٧ع جي انقلاب کان پوءِ ٿلهيل گهر، جايون ۽ پيون ضروري تعميرات هن حقيقت جي غمازي ڪن ٿيون ته هي وڏي رٿا بندي سان ٺهيل آهن. پراڻن گهرن جي مرمت ڪري، موجود ضرورت مطابق بنايو ويو آهي. ائين ڪٿي چئجي ته تعميرات ۽ مرمت جو ڪم پارهوئي چالو هوندو آهي. پراڻي زماني جون لانيئي نما عمارتون، بخارن سان زارشاهي جي آخري ڏينهن جي نمائندگي ڪن ٿيون، جن کي مرمت ڪري موجود حالتن مطابق بنايو ويو آهي پر انهيءَ دؤر جي روح کي برقرار رکيو ويو آهي. اسان جي هوندي، لاتعداد جاين جي مرمت ۽ تجديدنو جو ڪم جاري هو.

نئون ماسڪو اهو آهي جيڪو آهي ته مستقبل جو ماسڪو، پر ان جي جهلڪ اڄ جي ماسڪو مان ظاهر آهي. هن ۾ جديد طرز تعمير جا فليٽ هائوس ۽ اسڪا لاءِ اسڪريپر شامل آهن، هنن ۾ اهو

خيال رکيو ويو آهي ته رهندڙن کي نه صرف گهر ڀل سهولتون چند منٽن جي فاصلي تي ميسر ٿي سگهن، پر آئيندي جيئن آبادي وڌي، تيئن انهيءَ ضرورت مطابق رهائش جي گنجائش نڪرندي اچي. ڀاٽ وانگيان ناهي ته، ڪالوني ته ڏاهي وڃي پر پاڻي ليپي ڪونه يا وري يارهين نمبر لطيف آباد وارو، ستين نمبر سان ڀاڃي وڃڻ اچي ۽ جيڪڏهن خدانخواسته ڪو بيمار ٿي پئي ته ڀي ڪوهن تي ڪو ڊاڪٽر نه ليپي.

اڄ ڪلهه دنيا جي اخبارن ۽ رسالن ۾ مستقبل جي رٿا بندي ڪندڙ ماهرين آڏو، مستقبل جي شهرن ۾ هي موضوع وڏي بحث ۽ ويچار هيٺ آهي. چاڪاڻ ته سيني کي اندازو آهي ته ايندڙ ٣٠ سالن ۾ آبادي ٻيڻي ٿي ويندي. ڪي ماڪ مالٿوسين نظريه کي سچ سمجهن ٿا ته ڪي وري پيداوار وڌائي رهيا آهن ته ڪي وري آبادي گهٽائڻ لاءِ رٿا بندي ڪري رهيا آهن. تازو امريڪا ۾ آبادي گهٽائڻ واري اهڙي پروگرام تي عمل ٿي رهيو آهي جو سن ٢٠٠٠ع ۾ هو Zero Population Growth تي پهچي ويندا. پر ماهرن اهو ڊپ ڏيکاريو آهي ته ان مان وري ڪئين سماجي ۽ معاشرتي مسئلا پيدا ٿيندا.

سوويت يونين ۾ ٻڙي آبادي واڌ وارو نظريو اچا ته ڏسڻ ۾ ۽ ڪونه آيو بهرحال اتي اهو احساس ضرور ڏٺم ته محدود ٻار هئڻ گهرجن. ڪئين نوجوان جوڙن کي ٥-٥ سالن تائين ٻارن جي خواهش ڪانه ٿئي. انقلاب کان اڳي ۽ ٻوءِ ٻي جنگ عظيم تائين، هنن وٽ ٻه چلي ٻارن جي هوندي هئي پر هاڻي ڪاڏي ۽ رهائش جو مسئلو، ائين ڪرڻ کان روڪي رهيو آهي. هاڻي، سوويت باشندا ٻه يا وڌ ۾ وڌ ٽي ٻار رکڻ جا خواهشمند آهن.

انهيءَ جا کهڙا سماجي ۽ معاشرتي پهلو نڪرن ٿا، تن کي هو منهن ڏيئي رهيا آهن. بهرحال، مستقبل جا شهر ٻڌڻ لاءِ هو هنيئرڻي ڪم ڪري رهيا آهن ۽ ماسڪو جو نئون حصو يا ٻيا شهر انهيءَ جي غمازي ڪري رهيا آهن.

# سوويٽ عوام ڪيئن ٿا گذارين

مون ننڍي هوندي، ڪن انهاڻ ماڻهن کان اهي ڳالهيون ٻڌيون هيون، ته روس ۾ پئسو ڪونه ٿئي، اتي ماڻهن کي ڪوپن تي راشن ملندو آهي، ٻار ڄمندئي حڪومت ڪنيو وڃي وغيره. اهي سڀ سوال سوويٽ يونين جي سرزمين تي پهچڻ بعد ذهن ۾ اڀري ويا ها. ڇاڪاڻ ته اهي ڳالهيون اهڙا ماڻهو ڪندا ها جن يا ته سوشلزم ڪونه ڏٺو هو يا وري غلط اطلاعن ۽ سرمايدارانه استحصال جا حامي ها. مون کي هيئنر هنن کي قريب کان ڏسڻ جو موقعو مليو هو ۽ پنهنجي مشاهدي انهن سمورن مفروضن کي نفي ۾ بدلائي ڇڏيو.

انقلاب کان اڳ روس ۾ صرف ڪجهه وڏيرا، رئيس ۽ نواب زمينن ۽ ملڪيتن تي قابض هئا. ڪيڙي هاري، آڌي مانجهي، گرمي سردي فصلن جي رکوالي ڪري هاري، فصل لاهي هاري؛ ۽ ڪٺي وڃي زميندار، هاري کي اهوئي ساڳيو وٽو ۽ ڇني. ساڳي طرح مزدور سرمايدارانه استحصال جو شڪار رهيو. معدني ذخيرن کي کيڏي، انهن مان بهترين شيون ٺاهي مزدور، ٻر سندس اهوئي پيٽ ٻکيو ۽ انگ اگهاڙو. سموري اپت ڪائي ويندو هو مالڪ.

سوشلسٽ انقلاب سموري معاشي نظام کي بدلائي ڇڏيو. سڀ ڪجهه ماڻهن جي ڳالهي ۾، مملڪت جو ٿي ويو. ماڻهن کي مملڪت لاءِ ڪم ڪرڻو آهي ۽ انهيءَ عوض مملڪت، هنن کي سموريون ضرورتون فراهم ڪري ٿي. دڪان، هوٽلون، جايون، نهرون، ڍنڍيون ڍورا، زمينون، ريلون، بسون، جهاز، سڀ ڪجهه حڪومت جو آهي. فرد کي پنهنجي ضرورت جي هر شيءِ ملي ٿي.

ان جو طريقو هي آهي ته هر ماڻهوءَ کي پنهنجي ڪم جي نوعيت، اهليت ۽ ڄاڻ مطابق ملازمت ملندي ۽ ان کي پنهنجي ڪم جو ايترو معاوضو ملندو جو هو زندگي جون سموريون شيون خريد ڪري

آرام سان رهي سگهي. ٻين ذميدارين ۾ روزگار ۽ جاءِ فراهم ڪرڻ حڪومت جو ٻهريون فرض آهي ۽ حڪومت انهيءَ ڪي تمام تندهي سان ادا ڪري ٿي. ڪم ڪرڻ جهڙو ڪوبه ماڻهو پنهنجي تڪ جي ڊيپوٽي يـا رجسٽرار، نوڪريءَ واري دفتر تـي پنهنجو نالو لکرائي ڇڏيندو ۽ اتان ئي ڪيس پنهنجي اهليت مطابق نوڪري ملندي. اتي هڪ ڳالهه جو خاص خيال رکيو ويندو آهي ته ڪنهن کي به پنهنجي اهليت جي موزونيت ڪـانسواءِ نوڪري نه ملي. ائين ناهي جو واڍي جي جاءِ تي ڊاڪٽر ۽ ڊاڪٽر کي ڪوئلن جو دڪان کولي ڏين. مون کي ياد آهي ته ايوب خان جي ڏينهن ۾ ڊاڪٽر آءِ ايچ عثماني نابڪاري طبيعات ۾ ڊاڪٽري ڪري آيو هو ته هـن کان ڪنهن سائنسي ايجادن جي ڪم وٺڻ بدران ڪيس ڪنٽرولر آف اسپورٽس ۽ ايڪسپورٽس ڪري رکيو ويو. هو سگهين ڪنهن ليبارٽري ۾ ملڪ جي لاءِ تجربن ڪرڻ بدران ڪي ايم سي جي آفيس ۾ اوٻاسيون ويٺو ڏيندو هو. اتي ائين ناهي.

اتي ماڻهو ضرورت مطابق تيار ڪيا ويندا آهن يا وري لياقت‌يافته ماڻهن کي سندن لاڙيءَ صلاحيت مطابق ڪم ڏنو ويندو آهي. ظاهر آهي اهڙي صورت ۾ وڏيڪ هنرمند، ڄاڻو ۽ خالق قسم جـي دماغ وارو ماڻهو وڏو درجو ماڻيندو، ۽ گهٽ ڄاڻ وارو گهٽ. ٻگهارون بـه انهيءَ تناسب سان ملن ۽ هـر ڪو پنهنجي حساب سان زندگي جـو معيار رکي.

## رهائش:

جايون، اسٽيٽ جون آهن. گهر فراهم ڪـرڻ حڪومت جـي ذميداري آهي، انقلاب کان اڳ ماسڪو شهر جا اڌکان وڌيڪ ماڻهن

لانڍين ۽ جهوپڙين ۾ رهندا هئا. اُنهن کي سمجهو جيئن، پنهنجي حيدرآباد ۾ ڪچي قلعي وارو علائقو يا نياري ندي ۽ وارو هنڌ. انقلاب کانپوءِ حڪومت ڊڪري جاري ڪري سمورين جايون قومي ملڪيت ۾ وٺي ڇڏيون ۽ پوءِ انهن جي ورهاست ڪئي. انهيءَ کانپوءِ لاڳيتو تعمير ڪندا رهن ٿا، جيئن ملڪ جي وڌندڙ ضرورت پوري ٿئي.

مسلسل جنگين به رهائش جي مسئلي کي سنگين بنائي ڇڏيو هو. ٻي جنگ ۾ سوويٽ يونين جا ۱۷۱۰ شهر ۽ ۷۰ هزار ڳوٺ مڪمل طرح ۽ اڌورا تباهه ٿي ويا ۽ اڍائي ڪروڙ ماڻهو بي گهر ٿي ويا. انهن کي وري جوڙڻ وڏو ڪم هو پر حڪومت اهو تڪڙ سان ڪري ورتو.

وڏي خاندان کي وڏو گهر ۽ ننڍي خاندان کي ننڍو گهر ملندو. مسواڙ جاءِ جي ننڍ وڏائي تي نه، پر گهر سنڀاليندڙن جي آمدني تي ٿيندي آهي. ۽ مسواڙ آهي به پوري دنيا کان گهٽ ۾ گهٽ. عجب طريقو هي آهي ته مسواڙ صرف رهڻ وارن ڪمرن جي ٿيندي آهي، رڌڻو، غسلخانو وغيره مسواڙ ۾ شامل ناهن. گڏيل سڏي هزار ربين تي وڃي ۵۰ ربيا مسواڙ ڀهندي جنهن ۾ اڻ ٿي پهر گرم ٿڌو پاڻي، گئس ۽ بجلي شامل. سڄو مهينو پلي پيا بلب، استريون ۽ فرج هلايو.

ماڻهو ذاتي جاءِ به ٺهرائي سگهي ٿو. ان کي زمين سرڪار مفت ڏيندي، پر هو وڏ ۾ وڏ به منزلہ جاءِ ٺهرائي سگهي ٿو جنهن ۾ ۵ کان وڌيڪ ڪمرا نه هوندا. جاين ٺهرائڻ لاءِ سرڪار قرض ڏيندي آهي، جيڪو ۷۰۰۰ روبلس کان وڌيڪ ڪونه ٿئي. استادن ۽ ڊاڪٽرن کي قرض ملڻ ۾ وڌيڪ سهولتون ملن. وياج گهٽ ۾ گهٽ ٿئي: صرف ۲ سيڪڙو. واپسي به ۷ سالن ۾ ڪري سگهبي. اهڙا ذاتي گهر آٽي لکن جي تعداد ۾ موجود آهن.

سرڪار جي گهرن جي سار سنڀال ۽ مرمت سڄي سرڪار جي ذمي ٿئي ۽ هو مقرره ۽ مناسب وقت تي مرمت ڪندي رهندي آهي. اسان وانگيان ناهي ته مسواڙي مرمت لاءِ رڙيون ڪندو رهي، ۽ مالڪ مڪان صرف پهرين تاريخ ڏنبو ڪٽي مسواڙ لاءِ ايندو هجي، پيو ٿيو



اڻ معلوم سپاهي جي قبر ۽ سدا ٻرندڙ مشعل.



اي پي اين جو دفتر.



سينٽ بيسل جي ديول۔

زار جي عظيم توپ۔



خير، جاءِ مسواڙي جي مٿان ڀڃي ته ڀڃي پئي. يا وري مسواڙي، مڙسي ڪري، جاءِ جي مرمت ڪرائي ۽ پوءِ مسواڙ وڌيڪ ڪٽيندو، پوءِ يا پنهي جا هٿ هڪٻئي جي ڄنڊڻ ۾، يا عدالتن جا چڪر ڪاٽيندا رهن، اتي انهيءَ صورت حال پيدا ٿيڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

ڪوبہ ماڻهو پنهنجي جاءِ ٻئي ڪي مسواڙ تي ڏيئي نٿو سگهي، تنهنڪري نہ قبضو خالي ڪرائڻ جو سوال، ۽ نہ وري رينٽ ڪنٽرولر جي ضرورت.

جاءِ نہ ملڻ ۾ شادي شده جوڙي ڪي ڏاڍي سهولت. هيڏانهن شادي جو سرٽيفڪيٽ علائقي جي رجسٽرار ڪي ڏيکاريو، هوڏانهن فليٽ جي چاٻي وٺو. باقي پنهنجي مڙسي ڪري، سامان وٺو پوندو، گهر آباد ٿي ويندو.

شاديءَ ۾ ڪا خاص دير ڪانہ لڳي. ڇوڪري ڇوڪريءَ هڪٻئي کي پسند ڪيو، ڪجهہ ڏينهن ڊيٽنگ ڪئي. هڪٻئي سان گڏ گهميا ڦريا، شادي ڪرڻ تي ٺهي ويا ۽ سڌو رخ رکن شادي محل ڏانهن. گهوٽ پنهنجي مائٽن سان مختصر تعداد ۾ هڪ موٽر ۾، ڪنوار پنهنجي مائٽن سان ٻي موٽر ۾. گهوٽ پنهنجي موٽر اڌو گڏو ڀڏندو ۽ ڪنوار وري گڏي، جيئن پري کان خبر پئي تہ گهوٽ جي ڪهڙي موٽر آهي ۽ ڪنوار جي ڪهڙي. رجسٽرار صرف پنهي جا نالا ۽ ايڊريس، رضامندي پڇندو، جواب هائوڪار ۾ مليو، صحيحون ٿيون، مهر لڳي ۽ ٻئي آئوٽ. شادي ٿي وئي، اتان نڪري گل وٺي، سڌو گمنام سپاهي جي قبر تي. گل چاڙهين ۽ شام جو پارٽي ڪن. ڇا جو سرگس ڇا جون لانئون ۽ ونواهہ. گهڻي گهل گهلان ٿئي ئي ڪانہ.

شادي لاءِ اهو بہ ضروري ناهي تہ ڏاج ۽ وڏا زيور ٺاهجن. ڏاج ڏيئي ڪونہ، شهرن مان تہ ڪڏهو ڪو رواج ختم ٿي ويو آهي. ويندي شاديءَ جو جوڙو بہ ڪونہ ٺهندو آهي. اهڙا دڪان جام آهن جتان مسواڙ تي جوڙا ملن، جيڪو جوڙو شاديءَ واري ڏينهن ڪتب آڻي، اڌارو ڏٺ ڪري، وري مسواڙ سميت واپس ڪري ڇڏي.

اسان وانگيان هتي سان ٻه ساڳيو ويل آهي. شاديءَ جو وڳو هڪ گهمرو ٻاڌو آهي، تنهنڪري خرچ جي ٻچت ڪئي اٿن. اسان وٽ ته شاديءَ جو جوڙو هزار هزار ڪاپو وڃي. شاديءَ ۾ جن ڪي پنهنجون موٽرون ناهن سي وري يارن دوستن کان وٺن ۽ جي اتان ٻه سگهو جواب ملي ته پوءِ ٽيڪسيون ڪن. اهو عيب ناهي.

# اڄ وڃ

سوويت يونين ۾ ٽرانسپورٽ پيو سڪيم شعبو آهي. ٽرانسپورٽ جو نظام تمام سٺو ۽ موثر آهي. هو ٽرانسپورٽ ۾ سمورا ذريعا ڪتب آڻين ٿا. انهن ۾ دريا، نهرون، رستا، بجلي ۽ فضا سڀ ڪجهه اچي وڃن ٿا. روس ۾ قدرتي پاڻي جام آهي. سڄي ملڪ ۾ ڏيڍ لک کان وڌيڪ اهڙيون نهرون آهن جن جي ڊيگهه ١٠ ڪلوميٽرن کان وڌيڪ آهي جن مان ٣٠ سيڪڙو جهازراني جي قابل آهن. هو انهن کان اڄ وڃ جو چڱي طرح ڪم وٺن ٿا. تيز رفتار لانچون، جهاز مسافرن کي آڻڻ نيڻ ڪانسواءِ ملڪ جو وڏو حصو بار جو ٻه ڍوئين ٿا.

بجلي ۽ تيل تي ٻي انداز بسون هر روڊ تي آهن. قريب قريب هر ٽئين ۽ چوٿين منٽ ۾ هڪ بس هلي. بسن کان علاوه ٽرامون قريب قريب هر شهر ۾ هلن. اسان واريون ٽرامون صرف ڪراچي ۾ آهن جن جي ابتدا سؤ سالن کان اڳ ٿي ۽ گهوڙن سان ڇڪڻ وارين ٽرامن کان اچي ڊيزل تي پهتا آهيون. پر هتي جون ٽرامون برابر گيج. سڀئي ۽ بجلي تي هلندڙ. بلڪل ريلون پنهنجي ريل ڪار جيتريون؛ هر روٽ تي موجود.

جتان ٽرامون هلن، اتي رستن جي حالت بہ ساڳئي ھونءَ جي ڪراچي جي رستن جهڙي. ٻنهين وٽان پهچيو پون. ماسڪو ۾ يا ٻين شهرن ۾ جتي بہ ٽرامون ڏسندو هئس تہ پاڻ وارو بندر روڊ ياد اچي ويندو هئم. هتي پاڻ وٽ پل ۾ جيڪڏهن موٽر يا رڪشا ٽرام ھئي تي چڙهي وڃي تہ الله جي امان. پر اتي رستا ويڪرا هئڻ ڪري، ڪنهن قضائي ڪو موٽر ٽرام ھئي تي چڙهڻ ڪانهوءَ اتي بہ حالت ساڳي ٿئي.

ٽيڪسين جو ڀاڙو معقول ٿئي ۽ سوويت يونين ۾ ماڻهن جي سراسري آمدني جي حساب سان گهٽوئي سستو هئي. ھنهنجي ربئي جي حساب سان ١٠ ڪوپيڪ (اٽڪل سوا رپيو) اسٽارٽ ڪرڻ تي، ۽ پوءِ هر ڪلوميٽر لاءِ ١٠ ڪيوپڪ. باقي ميٽر تيز هئڻ يا ڪرختگي سان پيش اچڻ جهڙي ڪا شڪايت ڪانہ ٿئي. ٽيڪسيون ۽ گڏيون سڀ سرڪار جون، ٽيڪسي هلائيندڙن کي پگهار ملي، جيڪو جمع ٿيندو آهي. باقي مسافر خوش ٿي خرچي ڏيئي وڃن تہ اها سندس.

سوويت يونين جي زندگي ۾ ٻين ترقي يافتہ ملڪن وانگيان زير زمين ريل تمام موثر ۽ تيز ترين ذريعو آهي. هو ان کي ميٽرو سڏين. مون تہ هن کان اڳ صرف لنڊن جو زير زمين ريلوي سرشتو ڏٺو هئو پر سياحن جو چوڻ آهي تہ روس جو سرشتو سڀني کان سٺو آهي. برطانيہ کان تہ، بهرحال ڪئين ڀيرا وڌيڪ سٺو آهي. ماسڪو شهر ۾ اٺ لائينون هڪٻئي کي ڪراس ڪندڙ ۽ نائين لائين سرڪيولر سڀني کي ملائيندڙ آهي. جڏهن تہ لنڊن ۾ صرف ٤ لائنون آهن. شهر جو ڪو اهڙو حصو ناهي جو ڳنڍيل نہ هجي. اهي سموريون لائينون ١٠٠-١٠٠ فٽ هيٺ زمين ۾ هڪٻئي مٿان هلن ٿيون ۽ ٣-٤ منزلہ اسٽيشنون هڪٻئي مٿان ٺهيل آهن.

ريلوي اسٽيشنون تمام خوبصورت، ويڪريون ۽ روشن. جيتوڻيڪ اسٽيل ۽ سيمينٽ اسٽرڪچر جون پر اهڙيءَ طرح لائيم لائيٽ سان روشن ڪيل جو محسوس ٿئي تہ مٿان آسمان آهي.

هونئن تہ سوويت يونين ۾ ڀاڙو سستو ٿئي پر زير زمين ريلن جو ڀاڙو بنهہ گهٽ. ڪٿي بہ وڃو صرف ٦٠ پيسا وجهو. زير زمين ٽڪيٽون ٿين ئي ڪونہ. البتہ اتي لنگهہ وٽ مشينون لڳل آهن جن

۾ ٦٠ پيسن وارو سڪو وجهي لنگهبو ته ڪجهه به نه ٿيندو پر بنا سڪي وجهڻ جي لنگهبو ته مشينن جي پاسن کان به فريم نڪرندا ۽ جهٽڪو ڏيني گوڏن وٽ هلڪو ڌڪ هڻي ورِي واپس هليا ويندا جنهن جو مطلب ته هو بنا ڀاڙي وڃي رهيو آهي. انهيءَ سان ڪو خاص ڌڪ نٿو لڳي پر ائين ڪرڻ عيب آهي. رفتار ١٢٠ ڪلوميٽر ٿئي.

اسان جي ملڪ ۾ بسن ۾ عام طور هيئن ٿيندو ته جڏهن بس اچي بيٺي ته ڪنڊڪٽر هوڪو ڏيندا ته ڪيرو، ڪيرو وارا لهي وڃن، يا ڪيسانو موري، ميرو جي ڪسري، مختلف اسٽئنڊ ايندڙي ڪنڊڪٽر مسافرن کي پيا ياد ڏياريندا آهن. هتي انهيءَ جي سٽريڻ صورت نظر آئي. ڪنڊڪٽر ته ڏٺن ڪونه تنهنڪري اهو ڪم ڪن ڊرائيور. هرهنڌ لانچ ۾، بسن ۾، ٽرام ۾ توڙي زير زمين ريل ۾. هر اسٽئنڊ يا اسٽيشن ايندي ئي ڊرائيور مائيڪ ذريعي اسٽيشن جو نالو وٺندو آهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته اسان روسي زبان کان ناآشنا هئاسين ۽ صرف تنهي ترجمان جي ٻولي تي هلندا هئاسين.

زير زمين پليٽ فارمن تي پهچڻ ۽ نڪرڻ لاءِ تمام اونها ۽ تيزيءَ سان هلندڙ ايسڪليٽر آهن، ساڳيا جيئن پنهنجي اسٽيٽ بئنڪ ۾. اسان جي ساٿڻ شميم ته ڏاڍو گهٻرائيندي هئي. پاڻ سنڀالي، ٻچڪو سنڀالي يا پوتي سنڀالي. هلڻ جو شوق اسان کان تکو هئس مجبورن ميزبان وڪٽر هن کي ٻانهن کان وٺي ايسڪليٽر تي چاڙهيندو هو ۽ لاهيندو هئس. هنن لاءِ ته ڪا ڳالهه ڪانه هئي. هلندي هلندي آئس ڪريم به کائيندا ويندا ها ته ڏاڪا به اورانگهيندا ويندا ها.

ٽريفڪ ۾ پرائيويٽ ڪارن جو تعداد به جام آهي. سوويٽ يونين ۾ ڇاڪاڻ ته اها صنعت گهڻي وڌي چڪي آهي تنهنڪري درآمد ڪرڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. هو پنهنجن شين کي وڏي اهميت ڏين ٿا. ائين ناهي ته ڦٽيون لٽيون ته وڏيرا ٽويوٽا جي شو روم تي بيٺا هوندا، ۽ اڃا نئون ماڊل آيو ته پراڻي کي نيڪال ڪري ڇڏيندا. اتي ائين ناهي. هو ننڍيون يا وڏيون پنهنجي ملڪ جون گاڏيون ڪتب آڻيندا آهن. اڃا به ٻي جنگ جون گاڏيون هلندي نظر آيون جن کي ڇاڪايو، پرزا بدلايو ڊوڙائيندا وتن.

موٽرن ۾ هن وٽ گهڻن قسمن جون گاڏيون ڪونه ٿين ۽ نه وري انهن جي شيپ ۾ ڪا گهڻي خاص تير گهير ڪن. زي گلا، هوبهو فيات رکي آهي. اولگا (نديءَ جي نالي پويان)، مرزدا ١٥٠٠ يا پراڻي فورڊ جي اسٽائيل ۾ اڳيون شيپ بدليل. ماسڪو وچ ٿوري وڏي گاڏي ٿي. هڪ اڌ ٻيو ماڊل، پر گهڻا نه. ڇاجي شيورليٽ، ڇاجي ڊاٽ، وڏيون گاڏيون به ٿين پر گهٽ نه ته وچوليون ۽ ننڍيون گاڏيون. مائيلج به گهڻو ٿين هيترن ڏينهن ۾ مون صرف ٻه ٽويوٽا، ٻه ڪن مرسيڊيز ۽ هڪ فاڪسي نظر آئي سي به سفارتخانن جون هيون ٻيو ٿيو خير.

هونئن ته سوويٽ ديس گهڻو جهڙو ملڪ آهي پر اسان جهڙا مهمان جن جو قيام ڪجهه ڏينهن کان وڌيڪ نه هجي، تن لاءِ چونڊ هنڌ گهمڻ ضروري آهي. مون ننڍي هوندي کان ئي روس جي ثقافتي تاريخ کان وٺي گورڪي ۽ پشڪن جي ڪلاسڪي ادب تائين، سماجي نظام کان وٺي الغ بيگ ۽ البيروني تائين ڪجهه نه ڪجهه پڙهيو. هئم تنهنڪري گهٽ ۾ گهٽ سوويٽ روس تي ڳالهائڻ ۾ سولائي ٿيندي هئم. موسيقي جو شاگرد ۽ مصوري جو رسيا هئڻ ڪري مون کي زندگي جي عمومي شعبن تي ڏي وٺ ڪندي ڪا تڪليف نه ٿيندي هئي. چيڪووسڪي ۽ سيتلووف جهڙن عظيم موسيقارن جي زندگي ۽ ڪارنامن کان واقفيت هئم ۽ هاڻي انهن کي ڏسڻ جو موقعو مليو هئم. ميزبان جڏهن به پڇندا ته ڪيڏانهن هلجي ته آءٌ طوطي وانگيان چوندو هئس پشڪن ميوزيم، يونيورسٽي ڪئمپس، اسڪول آف اورينٽل اسٽڊيز، مجاهدانه جنگ جو پئنوراما، بولشيوڪ ٿيئٽر، ميزبان سمجهندا هئا ته آءٌ سوويٽ يونين کو اڳ گهميل هئس، پر آءٌ چوندو هئس ته سڀ ڪجهه ڪتابن ۾ لکيل آهي کوپڙهڻ واروگهرجي.

خير، منهنجي نسي چور چوران تي رخ رکيوسين اسڪول آف اورينٽل اسٽڊيز ڏانهن. پراڻي زماني جي عمارت، پر وسندار ۽ پرشڪوه آهي. اسان جڏهن وياسين ته وئڪيشن هئي تنهن هوندي به شاگردن جي چهل پهل هئي. اسڪول آف اورينٽل اسٽڊيز پاڻ واري ڪنڌي جي يا چڪر واري پراڻي اسڪول وانگيان ڪونهي، جتي ڇورا سڄو ڏينهن ٻيا جهرڪيون جهڙيون ۽ استاد گپ شپ ۾ لڳا پيا هجن. اسڪول

تمام وڏي درسگاهه آهي جنهن ۾ پوسٽ گريجوئيٽ ڪلاس ٿين ۽ تحقيقي ڪم ٿئي. شاگرد مختلف شعبن ۾ گريجوئيشن ڪرڻ کانپوءِ هتي مشرقي علوم وڌيڪ پڙهڻ ۽ تحقيق ڪرڻ ايندا آهن. هن ۾ روسي شاگردن جي وڏي تعداد کانسواءِ پين مشرقي ملڪن مان شاگرد ۽ استاد به ايندا آهن. سنڌيونيورسٽي جي پراڻي ڪئمپس کان وڏو ادارو آهي هر شعبي لاءِ ڌار سيڪشن ٿئي.

پاڪستان سيڪشن جو سربراهه مسٽر گنڪووسي آهي. هو پاڪستان جي مختلف موضوعن تي ماهر آهي، پاڪستان تي ڪئين تحقيقي ڪتاب لکيا اٿس. اسان جي وڃڻ کانپوءِ ڪراچي ۾ ٿيل "سنڌ صدين کان" واري سيمينار ۾ اچي شرڪت ڪئي هئائين. سنڌي، پنجابي، بلوچي، پشتو ۽ اردو جا سيڪشن موجود آهن. پاڪستان تي اٽڪل ۲ سو ڪتاب مختلف موضوعن تي ڇپايا اٿن.

سنڌي شعبي جي سربراهه هڪ خاتون مسز ايگورا آهي جنهن سنڌي ٻولي تي ڊاڪٽري ڪئي آهي ۽ سنڌي ٻولي جي محقق آهي. ڪئين پيا شاگرد سنڌي ٻولي تي تحقيق ڪري رهيا آهن. هنن سوئن جي دڙي واري ٻولي ڪي به پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ ڪجهه ڪمپيوٽر جي مدد سان اڳتي وڌيا آهن. هڪ ڪتاب به سنڌي ٻولي تي به لکيو اٿن. سنڌي ٻولي جي قدامت ۽ وادي مهراڻ جي قدامت ڪري سنڌ کان آشنا آهن.

تاريخ قريب ۾ سنڌ سان روشناس ڪرائڻ وارو مرحوم حيدر بخش جتوئي آهي جنهن کي سوويت يونين جو هر اخبار پڙهندڙ ڄاڻي ٿو. سان هنن کي پڌائيندو هئس تہ اوهان ۱۹۱۷ع ۾ سيني ڪڏجي استحصالي ۽ سرمائيدارانہ قوتن خلاف جنگ جوٽي، اسان وٽ حيدربخش جتوئي مرحوم جي اڳوائيءَ هيٺ پورهيت عوام برطانوي سامراج جي حڪومت خلاف جدوجهد ڪئي. جتوئي صاحب سول سروس ڇڏي هارين ۽ مزدورن جي تحريڪ جو بنياد وڌو ۽ ان وقت جڏهن هاري، مزدور جو نالو وٺڻ گناهہ هو. اهو ٻڌي هو وڌيڪ دلچسپي وٺندا ها. هوٽنن بہ اتي فرينڊشپ هائوس ۾ هر سال مرحوم جتوئي جي ورسي ٿيندي رهندي آهي، جنهن ڪري هو انهيءَ کان آشنا آهن.

اسڪول آف اورينٽل اسٽڊيز، سوويت يونين لاءِ مشرقي زبانن ۾ عملو بہ تيار ڪندو آهي. مثال طور ماسڪو، تاشقند ۽ پين ريڊيو

اسٽيشنن تان پر ڏيهي سروس ۾ نشر ٿيندڙ پروگرامن لاءِ دلچسپي رکندڙ شاگرد اها ضرورت پوري ڪندا آهن. ڪئين روسي مليا جيڪي فارسي، عربي، ترڪي ۽ اردو زبانون سولائي سان ڳالهائي سگهندا ها.

اسڪول آف اورينٽل اسٽڊيز ڪي پنهنجو وڏو ڇاپخانو به آهي. ڪلاسيڪي ۽ فني ڪتابن جي ضرورت اهو ڇاپخانو پوري ڪندو ڪندو آهي. سوويٽ يونين جا ڪتاب هونئن به سڄي دنيا کان سستا ٿين. ٻارن جي ڪتابن تي خاص ڌيان ڏين.



# تعليمي سرشتو

تعليم پوري سوويٽ يونين ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿي. اها حڪومت جي ذميداري آهي ته هر شهري کي تعليم حاصل ٿئي. خاص ڪري فني تعليم تي گهڻو زور ڏين. اهوئي ڪارڻ آهي جو مختلف فني ۽ صنعتي ميدان ۾ هو نه صرف ڪنهنجا محتاج ناهن، پر ٽين دنيا جي ملڪن جي ماهرن کي تربيت ڏيڻ سان گڏ مدد پڻ ڏيندا آهن.

هنن جي انهيءَ ڪاميابي پويان سندن عزم ۽ محنت لڪل آهي. زار جي ڏينهن ۾ سموري آبادي جو سنو حصو آڱوٺي ڇاپ هو، جڏهن ته ٻهراڙين ۾ ته سمورا ماڻهو اڻ پڙهيل هئا. ۱۸۹۷ع جي ڳاڻاٽي مطابق تاجڪ، ازبڪ، ترڪماني صرف ۲ سيڪڙو پڙهيل ها. انقلاب کان اڳ صرف ۲ لک ۹۰ هزار ماڻهو درمياني تعليم کان اوچو پڙهيل هئا.

۱۹۱۹ع ۾ هڪ ڊڪري سان، جاهليت ختم ڪرڻ جو اعلان

ڪيو ويو ۽ سمورن ڳوٺن، شهرن، ڪارخانن ۾ خاص ڪلاس شروع ڪيا ويا ۽ ڏسندي ڏسندي لکين ماڻهو پڙهڻ لکڻ لڳا. ـــ ۽ اڄ سوويٽ ديس ۾ علم پرائڻ جي چاهت هن ڌرتيءَ جي زندگي جي خاص خصوصيت آهي.

اڄ سوويٽ يونين ۾ تعليم جو سرشتو هڪجهڙو آهي. سڀ کان وڏي خاصيت هيءَ آهي ته تعليم مفت آهي، ٻارن لاءِ ته لازمي آهي. خود اوچي تعليم مفت آهي. انهيءَ ڪانسواءِ ملڪي ضرورتن مطابق، تعليمي پاليسي ۾ سائنسي انداز سان ڦيرگهير ٿيندي رهندي آهي. ٿلهي ليکي هي تعليم جو انداز هن طرح آهي ته اتي سڀ کان هيٺئين درجي ڪنڊر گارٽن ۽ نرسريون آهن جتي ٻارن کي اسڪول وڃڻ کان اڳ تيار ڪيو ويندو آهي. هن کي هو سڏين پري اسڪول ادارا. هن ۾ اهڙا ٻار ڇڏيا ويندا جيڪي مائٽن جي نوڪري تي وڃڻ ڪري اڪيلا ٿي ويندا آهن. نرسرين ۾ اهي ننڍا ٻار رهندا به آهن جن جو سمورو خرچ سرڪار پرڀندي آهي. اسان وانگيان ناهي ته ٻار واري ڪا مائي نوڪري تي نٿي وڃي سگهي يا وڃي ته پويان ٻارن لاءِ ڪا ڪراڙي ريجهائڻ لاءِ ويٺي هجي. اتي نرسرين ۾ ٻارن کي اهڙو گهريلو ماحول ملي ٿو جو ٻارن کي مائٽن جي کوٽ محسوس نٿي ٿئي. هو ونڊرن ۽ راندين ۾ پڙهندا به آهن ته سکندا به آهن. اٽڪل هڪ ڪروڙ اهڙا ننڍڙا ٻارڙا نرسرين ۾ مائٽن ڪانسواءِ به رهندا آهن.

ان کانپوءِ سوويٽ اسڪول ۾، پرائمري پهرين کان ۳ سال تائين، ۸ سال پهرين کان ۸ تائين ۽ سيڪنڊري پهرين کان ۱۰ تائين اسڪولنگ شامل آهي. ڪئين لکپڙهه ۽ شاخ وارا اسڪول به موجود آهن جتي نوجوان، ملازمت ڪندي پنهنجا سيڪنڊري ڪورس پورو ڪري سگهن ٿا. خاص لاڙي ۽ شعبي جي انتخاب ڪندڙ شاگردن لاءِ اختياري مضمون به پڙهايا ويندا آهن. معذورن ۽ لاچار ٻارن لاءِ خاص اسڪول قائم ڪيل آهن. اسان کي ٻڌايو ويو ته ۷۳-۱۹۷۲ع ۾ سوويٽ يونين ۾ ۱ لک ۸۱ هزار اسڪول هئا ۽ ڪل ۴ ڪروڙ ۹۳ لک ۲۴ هزار شاگرد داخل هئا.

خير، انگن اکرن ٻڌائڻ جو مقصد اتان جي تعليمي نظام جو هڪ سرسري جائزو پيش ڪرڻ هو.

اسان کي ماسڪو يونيورسٽي ڏسڻ جو به موقعو مليو. ماسڪو يونيورسٽي ڪنهن هڪ هنڌ ناهي، مختلف حصن ۾ ورهايل آهي. مکيه بلڊنگس کي ٺهڻ ۾ ٥ سال لڳي ويا. هيءَ عمارت روايتي ڪئٿيڊرل انداز ۾ آهي، جنهن کي وچئين عرصي جي لوسن انداز تعمير جو نقل چئي سگهجي ٿو. يونيورسٽي جي عمارت هڪ ٽڪري تي ۽ ٻيو تمام اوچي ٺهيل آهي تنهنڪري پري کان ڏسڻ ۾ ايندي آهي. اڳيان وسيع لان ۽ باغيچا آهن. تمام خوبصورت منظر آهي. يونيورسٽي جي مکيه لنگهه آڏو، هڪ ڇوڪري ۽ هڪ ڇوڪر جا مجسما ٻنهي پاسن کان نصب ٿيل آهن، جيڪي هٿن ۾ ڪتاب کوليو علم جون تمثيلون بنيل آهن.

يونيورسٽي جي مکيه عمارت عام طور هيومنٽيز ۽ ٻيون اهڙيون فئڪلٽيز آهن انهيءَ کانسواءِ ٻيو مکيه علائقو سڄو انسٽيٽيوٽس تي مشتمل آهي جيڪو نه ته به، پنهنجي حيدرآباد جي مارڪيٽ ۽ هيرآباد ٻنهي جي گڏيل علائقي جيترو ٿيندو. هنن ۾ مختلف شعبن ۾ شاگرد خصوصيت سان پڙهندا آهن. اهي عمارتون ائين ئي ورهايل آهن جيئن باٿ وٺ ڪن ڏينهن جاين جي ٽنگي سببان مکيه پوسٽ آفيس جي پرسان باٽني ۽ جاگرافي جو شعبو هو ۽ اڄ ڪلهه پراڻي ڪئمپس ۾ ايجوڪيشن جي انسٽيٽيوٽ قائم ٿيل آهي.

علم پرائڻ جو اتساهه شاگردن ۾ تمام گهڻو ڏٺم. پڙهڻ جي وقت پڙهڻ ۽ راند جي وقت راند ڪرڻ اتي ڏٺم. جوان جماڻ ڇوڪرا ڇوڪريون فري وقت ۾ کلندا ڪڏندا رهندا هئا ۽ پڙهائي جو وقت ٿيو ته ڪلاس ۾. سون کي پنهنجا شاگرد ياد اچي رهيا ها، جن بنا هنگامي ڪڏهن پنهنجي اليڪشن به نه ڪرائي. خوبصورت عمارتون خالي ۽ لائبررين جي ڪتابن کي ڪو ورهين جا ورهيه هٿ به نه لائي. ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ شاگرد پنهنجي جذبي جو اظهار ڪندو آهي ته واهه نه ته ٿيو خير. نه ته وري هي ته مختلف شاگرد، فيڊريشنن جا ليڊر هيڊ ڪيسي ۾ ٻيا هوندن جتي چاءِ پيئڻ ويٺا، هڪ عمدو بيان گهڙي اچي اسان جي سٽي ۾ هڻندا. چاهي انهيءَ مسئلي جي ڄاڻ هجي يا نه. باقي رهيو امتحان جو مسئلو، سو به ڪنهن کان لڪل ڪونهي. اول ته هلندا ڪارتوس، پر جيڪڏهن انهيءَ سان ڪم نه هليو ته پوءِ ممتحن کي دٻائي به نقل ڪبو. ۽ جيڪڏهن انهيءَ سان ڪم نه

هليو ته پوءِ پورڊ يا يونيورسٽي جي اگزئمنيشن برانچ تہ نہ ويٺي آهي.
نہ چار سفارشون، نہ چار ڏوڪڙ هلائي پاس ٿي وڃبو. پوءِ هاڻي
درخواست لکڻ اچي يا نہ، انهيءَ لاءِ استاد يا ممتحن پڌل ناهي. سان
هنن کي ڏسي دل ئي دل ۾ دعا ڪندو هئس تہ شال اسان جا شاگرد
بہ علم حاصل ڪرڻ ۾ اهو جذبو ڏيکارين.

روس ۾ ڏڏ شاگرد بہ ٿين تہ هوشيار بہ. پر ڏڏ جي اڳتي نٿا
وڌن تہ پٺتي رهجي ويندا. نتيجي ۾ هر ڪو ڪوشش ڪري مڙيئي
سان پار پوڻ جو خواهان ٿئي.



# گهمڻ جهڙيون جايون:

## پشڪن ميوزيم

ماسڪو ۾ قيام دوران اسان جيڪي دلچسپ جايون ڏٺيون تن
۾ پشڪن ميوزيم وڏي دلچسپي جو مرڪز آهي. هيءُ عجائب گهر،
عظيم ليکڪ پشڪن جي نالي تي قائم آهي. هونئن تہ سمورو سوويٽ
ديس عجائب گهرن جو ملڪ آهي پر پشڪن ميوزيم ائين ڪٿي سمجهو
تہ ماسڪو جو دائود پوٽو عجائب گهر آهي فرق صرف هيءَ آهي تہ
پشڪن ميوزيم ڏسڻ لاءِ هر وقت رش رهي ٿي، ۽ اسانجا نوادرات ماڻهن
جي لاءِ سڪن ٿا.

عجائب گهرن کان سواءِ سوويٽ يونين جي زندگي ۾
آرٽ گيلريون، ٿيٽر ۽ سرڪس وڏو ڪردار ادا ڪن ٿا. عجائب

گهرن ۾ هنن ڪوشش ڪري، دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان شيون آڻي پاڻ وٽ رکيون آهن. هنن وٽ، پنهنجي ملڪ ۾ به آثار قديم جا وڏا ذخيرا آهن جن کي هنن وڏي سانيڊور سان رکيو آهي. سار سنڀال ۾ تہ هو تمام ڏاها آهن. هرهڪ شيءِ کي وڏي پاپوهہ سان سينگاري، ٺاهي جوڙي رکندا آهن.

عجائب گهرن ۾ داخلا لاءِ ٽڪيٽ آهي ۽ ڏسندڙ کي اتي رکيل ڪنهن شيءِ کي هٿ لائڻ جي اجازت ناهي. هر شيءِ هيٺان سلپ، انهيءَ جي ليڻ جو هنڌ، تاريخ ۽ وقوع لکيل، پر روسي ۾، مجال آهي ڪنهن ٻي ٻولي ۾ هجي. نہ سمجهو تہ اوهان جي مرضي پاڻهي گائيڊ سمجهائيندا. جيڪي وڏن عجائب گهرن ۾، ٽولن جي صورت ۾ سياحن کي وٺندا گهمائيندا ۽ سمجهائيندا. غير ملڪي سياحن لاءِ، سفري ادارا يا سياحت کاتو گائيڊ مقرر ڪندا آهن. عجائب گهرن ۾ آرٽ واري سيڪشن ۾ فن جا نمونا بدلبا رهندا آهن، جيئن مختلف علائقن جا باشندا انهن کي ڏسي سگهن. باقي آثار قديم جا نوادرات مقرر هوندا آهن جاڪاڻ تہ هنن مان گهڻو ڪري سمورا اهڙا هوندا آهن جو چرپر مان نقصان ٿي سگهي ٿو.

پشڪن ميوزيم شهر جي مرڪزي حصي ۾، وڏي عمارت ۾ آهي. رومن انداز تعمير جي، سفيد، ٿنڀن جي انداز مان وائيٽ هائوس سان قدري ملي ٿو.

هن ۾ قبل از مسيح ڪانوئي اڄ ڏينهن تائين جا آثار ۽ تخليقون موجود آهن. شروع شروع واري سيڪشن ۾ اطالوي، روسي ۽ جرمني کان لڏل ائنٽڪس، مجسما، چٽپلس جا جزا ۽ فن تعمير جا نمونا آهن. هنن ۾ گهڻيئي جرمنيءَ کان آندل ڪنٽيڊرلس جا آهن. سورهين صديءَ جي پٿر جو ٺهيل هڪ دروازو فرانس مان آندل آهي. ان تي اينگريونگ جو ڪم ايترو ڪمال جو ٿيل آهي جو داد ڏيڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهجي. ٺاهڻ واري جو تہ ڪمال آهي ئي آهي، پر آڻڻ وارن جو ڪمال وڌيڪ آهي، جن اٽڪل ٣٠ فٽ ڪن اوچي دروازي کي ڪيئي آڻي رکيو آهي. اهڙيءَ طرح ڏورانهن هنڌان ڪاٺ ۽ ڌاتو جي آڪر جا بہ لاجواب نمونا آهن.

مجسمن ۾ پيٽر ڊي گريٽ جا مجسما ڏسڻ وٽان آهن. برانز جي هنن مجسمن کي ڏسي انهن فنڪارن کي سلام ڪرڻ لاءِ هٿ کڄيو وڃي. مون کي لنڊن ۾ مادام ٽائوسينڊ وارو عجائب گهر ياد اچي رهيو هو جنهن جي ميڻ جي مجسمن ۾ به ساڳيو ڪمال آهي ڇو ته ميڻ نرم ميڊيم هئڻ ڪري، ٺاهڻ ۾ وڌيڪ سولائي آهي، بنسبت ڌاتوءَ جي.

آثار قديمه جي نوادرات ۾، مصر جا ڇت تائين رسيل پٿر جا مجسما ڏسڻ وٽان آهن. اهي مجسما ڏسي مصر جي فنڪارن جي عظمت کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪري نٿو سگهجي. مصر کانسواءِ بابل ۽ نينوا، ۽ اُر جي تهذيبن جا پٿرن تي اُڪريل تاريخ جا به وڏا عبرتناڪ سبق آهن. هنن نقشن ۾، زندگي جو هر عمل واضح طرح چٽيل آهي. اوهان ڏسندؤ ته اوهان جي اڳيان ان وقت جي زندگي تري ايندي. اها تهذيب، جيڪا اڄ واري جي ڪيئي فٽ تهن ۾ دٻيل آهي، اها خاموش زبان سان پنهنجي بلندي جي تاريخ دهرائي رهي آهي. شاباس آهي هنن آثارن وارن کي، جيڪي ڪٿان ڪٿان آڻي هتي محفوظ ڪري رکيو اٿن.

منهنجي ذهن ۾ پنهنجي موئن جي دڙي جي تهذيب جا آثار ڦرڻ لڳا ۽ پاڻ مرادو نظرون انهن جي آثار تلاش ڪرڻ ۾ لڳي ويون. اسان جي تهذيب، هنن جي تهذيب کان پٺتي ته ناهي. ديوارن تي ته ڪجهه نظر نه آيو. ننڍن مجسمن ڏي نظر ڊوڙايم. هڪ هنڌ ڪرشنا جي مورتي نظر آئي، شايد اجنتا جي غارن مان آندي هئائون. شوڪيسن ۾ جتي مهرون رکيل هيون، اتي هڪ هنڌ موئن جي دڙي واري مهر جهڙي نظر آئي ۽ جڏهن پنهنجي ترجمان کان پڇيم ته هن ٻڌايو ته اها ميسپوٽيما وارن جي آهي. ٻه ٽي هتي ٻي پاڻ وارو ڏڪو به نظر اچي ويو. تمام پرشڪوه ۽ عظيم ٿي لڳو. سان هلندي هلندي ٻڌايو مان ته هي انهيءَ عظيم تهذيبي آماجگاهه سنڌو ماٿر جي مهر آهي، جنهن دنيا کي سڀ کان پهريائين ڪجهه ڏني ۽ ڌاتو ڳارڻ سيکاريو. اسان جي ميزبان مسٽر اليگزينڊر ساشاجو مخصوص ايپاس جو شعبو پاڪستان هو، تنهن سنڌ جي انهيءَ عظمت کي قبوليو.

نوادرات جي شعبي ۾ پراڻيون مهرون، ننڍا مجسما، پٿر ۽ ڌاتو

جا زيورات مختلف تهذيبن جا تمام سهڻي طريقي ۾، پنهنجي دؤر جي تاريخن سان موجود آهن.

پشڪن ميوزيم ۾ نودرات ڪانسواءِ، فنون لطيفه جو شعبو تمام وڏو آهي. تن ڏينهين اطالوي ۽ فرينچ استادن جا شاهڪار رکيل هئا. سورهين ۽ سترهين صديءَ جي جڳ مشهور مصورن جون پينٽنگس لاتعداد آويزان هيون. فريم تمام خوبصورت، جيڪي پينٽنگس کي وڌيڪ خوبصورتي ۽ اونهائي بخشين. هڪ ته آرٽ گيلري تمام فنڪارانه ڍنگ. روايتي محرابن ۽ روشن نقش و نگار سان. سڀئي وري سهڻي طريقي ۾ تصويرون، ائين ٿي لڳو ڄڻڪ هن دنيا ۾ هئاسين ڪونه. سچ پچ ته اهڙي دنيا ۾ جتي روبال ۽ روبن جهڙن عظيم فنڪارن جي تخليقن کي ائين ڏسڻ جو موقعو ملي، وڏي خوش نصيبي آهي.

پينٽنگسن ۾ هر قسم جي مصوري جا نمونا. ڪلاسيڪي ڪانسواءِ روايتي، وچين دؤر وارا تمثيلي ۽ تصوراتي سڀ. هلندي هلندي ٻارن لاءِ به هڪ ڌار شعبو کولي ڇڏيائون. اندازو اٿم ته ان وقت نودارات ۽ مصوري جا اٽڪل ٥ هزار قيمتي نمونا رکيل هئا.

پشڪن اڄ جي سوويٽ ديس ٺاهڻ ۾ جيڪي اصلهه خيال ڏنا، تن جو حق ادا ٿيندي مون انهيءَ ميوزيم ڏسڻ سان ڏٺو. ائين ٿو لڳي ڄڻڪ پشڪن مئو ناهي ۽ هن ئي عجائب گهر ۾ موجود آهي. عجائب گهر جي ٻاهران پشڪن جو خوبصورت مجسمو لڳل آهي. اسان جي همراهن وانگيان نه ته جن ماڻهن سان پيار پلايا تن جا نالا به رستن تان لاهي ڇڏين. مون کي ڪراچي ياد اچي رهيو هو ته سرٻارٽل فريئر سنڌي ٻولي ۾ الف ب ترتيب ڏني، تنهنجي رستي جو نالو به بدلائي ڇڏيائون. اهڙا ڪيئين مثال ملندا جن ۾ اسان پنهنجين محسنن کي ياد رکڻ بدران سورڳو ٿي وسارڻ جي، ڪٺي هوندي ۽ موجود نسل ختم ٿيڻ بعد ڪنهن کي ڄاڻ هوندي ته اسان جا مهربان ڪهڙا هئا.

هتي وٽ ائين ناهي، هو پنهنجي ڪرم فرمائن ۽ مهربانن کي زنده رکڻ لاءِ ٿوس ۽ تعميري ڪم ڪندا آهن.

# بروڊنيا جي يادگار

هاڻي اسان کي ماسڪو جي هڪ اهڙي يادگار ڏسڻي هئي جيڪا سوويت عوام جي بهادري ۽ حب‌الوطنيءَ جو عظيم نشان آهي. اهو آهي: بروڊينا جي يادگار. مون اڳ ۾ عرض ڪيو آهي ته سوويت جستجو ڪندڙ آهن. جنگين، خانه جنگين ۽ عالمي جنگين جي باهين هنن جي مزاج کي باڻي ڏنو آهي. ڪڏهن نيپولين هنن کي مسمار ڪرڻ لاءِ ايري ٿو ته ڪڏهن جپان، ڪڏهن هٽلر ۲۰۰ ڊويزنن سان حملو ڪري ٿو ته مهينن جا مهينا وولگا گراڊ جي گهٽين ۾ جنگ هلندي رهي ٿي. هنن انهن بهادري ۽ قرباني جي بابن کي محفوظ به رکيو آهي، پنهنجن سپاهين، جرنيلن ۽ باهمت شهرين جي يادن کي دلين‌کان وٺي پٿرن جي‌نقشن تائين اڪاري ڇڏيو آهي. اهوئي ڪارڻ آهي جو روسي پينٽنگس جو هڪ حصو جنگ جي ڪيل بهادرانه ڪارنامن تي ٻڌل آهي.

انهن ۾ هڪ نمونو پوري دنيا ۾ مشهور آهي. اهو آهي بروڊينا جي جنگ جو پئنورما، جيڪو عظيم مصور روبال جي مصوري جو هڪ بيمثال نمونو آهي. ٽيڪنڪ، خيال، گهرائي، گهوڙهائي، وسعت، فارميشن اٺاٽامي غرض ته هر خوبي ۾ هن پينٽنگ جو جواب ناهي. پينٽنگ ۵۰ فٽ کن اوچي ۽ ۴۰۰ فٽ ويڪري آهي ۽ ان کي گولائي ۾ پئنورمڪ انداز ۾ رکيو ويو آهي ۽ سنجهس نيپولين جي حملي وقت جنگ جو نظارو چٽيل آهي.

هن پينٽنگ کي امر بنائڻ لاءِ ٻه جزا مکيه آهن: هڪ ته هن ۾ نيپولين خلاف دفاعي جنگ ۾ روسي قوم جي عزم ۽ استقلال جو

نقشو چٽيو ويو آهي، ۽ پيو ته هن پٽورما ڏسڻ شرط اهو اندازو ٿئي ٿو، ڇڻ اوهان انهيءَ جنگ ۾ بيٺا آهيو. اوهان ڪيترو به هوشيار ٿيو پر ان پينٽنگ ۾ اهڙي قسم جي پرسپيڪٽو ۽ اونهائي آهي جو اوهان ان کي پينٽنگ سمجهي نه سگهندو.

هن عظيم پينٽنگ جي تاريخ جاگرافي هن ريت آهي ته ١٨١٢ع ۾ نيپولين روس تي حملو ڪيو ۽ واٽ تي•نس ڪجهه ڪسي گجر بصر ڪندو آيو. نيپولين جي فوج ماسڪو جي انهيءَ هنڌ بروڊينا جي ٽڪري تي اچي بيٺي جتي اڄ پٽورما آهي. نيپولين کي ايتري پڪ هئي ته ڪيس اجهو ٿيون ماسڪو جون چاٻيون ملن. جنهن ڪتاب War and Peace پڙهيو هوندو تنهن کي ياد هوندو ته نيپولين هتان ئي موٽيو ۽ ڪهڙي حالت ۾ موٽيو. روسي فوج هتي تمام بهادري سان انهي سر زمين جو تحفظ ڪيو. نيپولين کي ڪيترو جاني نقصان ڪٽڻو پيو تنهن جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو ته هن انهيءَ بروڊينا واري جنگ ۾ ٧٠٠ ميٽرن جو علائقو فتح ڪيو ته سندس ٧٤ هزار فوج ڪتب آئي جڏهن ته روس ڪسي ٣٨ هزار ماڻهو ڏيڻا پيا. انهيءَ وقت نيپولين بيهي، افسوس جي عالم ۾ چيو ته "جيڪڏهن مون ٿوريون پيون اهڙيون سوچون ڪيون ته آءٌ اڪيلو رهجي ويندس."

روسي انهيءَ جنگ کي پورسين (First Pat iotic war) سڏين هيءَ عظيم پينٽنگ انهيءَ جي ياد ۾ ساڳي هنڌ قائم آهي. عمومي طور پٽورما انهيءَ پينٽنگ کي چيو ويندو آهي جنهن ۾ پينٽنگ ۾ ڪتب آيل آبجيڪٽ ڪجهه اصلي حالت ۾ پينٽنگ جي ٻاهر رکجن ۽ پوءِ انهن کي پينٽنگ سان تمام ماهرانه طريقي ۾ مکس ڪري رکجن جو اندازو نه ٿئي ته ٻنهي ۾ فرق ڪهڙو آهي. روس ۾ ڪئين پٽورما آهن پر هيءَ سڀ ۾ وڏو ۽ مشهور آهي.

اصل پينٽنگ کي ڏسندڙن کان ٢٠ فٽ پري رکيو ويو آهي. ڏسندڙ ۽ تصوير جي درميان واري انهيءَ جاءِ ۾ جنگي سامان، پڳل توپون، بندوقون، ڊٿل سپاهي، زخمي ۽ زنده فوجي رکيل آهن ۽ پوءِ انهن کي تمام ماهرانه انداز ۾ پينٽنگ سان اهڙيءَ طرح ڪمال سان ملايو ويو آهي جو اها خبر نه پئجي سگهندي ته آبجيڪٽ ختم ٿيو ۽ اصل

پينٽنگ ڪڍڻ ٿي شروع ٿي. هن پينٽنگ کي عظيم مصور فرانز روبال ٺاهيو جيڪو روس ۾ پيدا ٿيل فرانسي هو. هن انهن پنجن شاگردن سان ٻن سالن ۾ هن کي پينٽ ڪري راس ڪيو. ۽ خرچ جو ڪو ڪاٿو ڪونہ هو.

۱۸۹۰ع ۾ هيءَ پينٽنگ مڪمل ٿي. پرپنورما جي صورت ۾ ۱۹۱۲ع ۾ ماڻهن کي ڏيکاري ويئي، انهيءَ ڪانپوءِ ٽيهن سالن تائين وري ان کي تڏي وانگيان ويڙهي رکي ڇڏيائون. بعد ۾ وري انهي کي پبلڪ لاءِ کوليو ويو ۽ اڄ بہ انهيءَ هنڌ تي موجود آهي. هن لاءِ هڪ وڏي ڪوهہ وانگيان عمارت ٺاهي ويئي آهي. عمارت جي ٻاهران جنگ جي سورمي جنرل ڪتوزوف جو مجسمو آهي جنهن کي فاتح جي حيثيت ۾ گهوڙي تي ڏيکاريو ويو آهي. ٿورڙي پرڀان ڪتوزوف جي اها جهوپڙي آهي جتي هن وچي جنگ جي وقت جرنيلن سان صلاح ڪئي هئي.

اصل آبجيڪٽ ۽ پينٽنگ کي مڪمل ڪرڻ جو ڪمال هيءَ آهي تہ هڪ هنڌ تباهہ ٿيل روسي چوڪي ڏيکاري ويئي آهي جنهن جي هيٺ ڪنڌ ۾ تباهہ ٿيل توپون، مٽي ۽ زخمي سپاهي پيا آهن. پر ۾ ڀي ڪنڌ آهي جنهن ۾ بارود سان ڪارائيل پاڻي هڪ گولي سان اڏامندڙ چنبا ڏيکاريل آهن. اوهان ڏسندؤ تہ اهو احساس نہ ڏيندو تہ پاڻي اصل آهي يا پينٽنگ. پيو ڪمال هي آهي تہ جتان ڀي ڏسو، اوهان روسي چوڪي تي ٿي هوندؤ ۽ باقي جنگ اوهان جي آڏو هوندي. ڏهن پارهن ميلن جي هن جنگ کي هن پينٽنگ ۾ جنهن انداز سان سمويو ويو آهي سو فن جو اعليٰ نمونو آهي، تنهن کي اوهان ڏسندي، ڪيترو بہ هوشيار ۽ حساس رکو، پاڻ کي پينٽنگ جي وجود جو احساس ڏياريو پر اوهان اهو تاثر ختم نہ ڪري سگهندؤ تہ اوهان جنگ ۾ حصيدار آهيو. اوهان سمجهندؤ تہ اوهان پاڻ توپن، گولن، بندوقن ۽ شعلن ۾ گهيريل آهيو. اهو مصور جي سوچ جي بلندي ۽ انهيءَ کي عملي صورت ڏيڻ جو ڪمال آهي.

پنورما جي هيٺين منزل تي روبال جون پيون پينٽنگس ۽ اسڪيچ رکيل آهي. انهيءَ هيٺين حصي ۾ پشڪن جون تحريرون ڏيکاريل

آهن. پنهنجو روسي جي وڏي شرط هوندا ايترو ته مقبول آهي جو ڏسندڙن جون هميشه قطارون لڳيون پيون هونديون آهن. نه فقط ٻاهريان سياح ڏسڻ ايندا آهن پر خود سوويٽ باشندا وڏي چاهه سان هجوم جي صورت ۾ ڏسڻ ايندا آهن.



# روس جو بيلي ۽ موسيقي

جنگ و جدل، ڏکن ۽ ڏاکڙن، محنت ۽ جفاڪشي هن ڌرتيءَ جي رهواسين کي ٻاليو آهي تنهنکري، هن سڪون حاصل ڪرڻ لاءِ موسيقي، رقص، سرڪس ۽ ناٽڪ جو سهارو ورتو آهي. هونئن به روسي رقص و موسيقي جا وڏا شيدائي آهن ۽ هنن وٽ قومي موسيقي ۽ لوڪ سنگيت جو وڏو ذخيرو آهي. هنن جا نغما ۽ گيت ٻولن جي لحاظ توڙي معنيٰ، ادائگي ۽ ڳهاڙيٽي ۾ هنن جي مزاج جي عڪاسي ڪن ٿا.

هنن وٽ ڪئسينو ۽ جوا خانا ڏين نٿي ڪونه. ڪئسينو ۽ اميوزمينٽ پارڪ مغرب جو تصور ضرور آهي پر سوويٽ سوسائٽيءَ ۾ جوا جو وجود ئي ڪونه ٿئي. مون کي ياد اچي رهيو هو ته پنهنجي برطانيه واري قيام دوران ڏٺو هو ته؛ برطانوي باشندن ۾ ڳالهه ڳالهه ۾ شرط لڳندي هئي. پوءِ محسوس ڪيم ته انهيءَ ۾ سندن هر ڪم جوا وانگيان رهيو آهي، گهڻي گهڻيءَ ۾ ستي ۽ شرطن لڳائڻ لاءِ بيٽنگ آفيسون، مرڪزي حصن ۾ ڪئسينوز ۽ اميوزمينٽ پارڪ، گهوڙا

پيا ڦرن، شينهن پيا گهمن ۽ داءُ لڳايو. لالچ ۾ هر ڪو پنهنجي ٻونجي هاڪي ڪيو وڃي. اسان وٽ ميلن ملاکڙن ۾ به اها بدعت بري طرح اچي ويئي آهي. وڏي وارا، سوتلي وارا، بندي وارا، چرخي وارا، اسڪل گيم جي آڙ ۾ اپوجهه ڳوٺاڻن کي ڌڳيو وڃن. ڳنڍي ڪپ به هنن جا ساٿاري ته پوليس جمعدار به. وري وڏيرا به انهن جا سرپرست. مڙيوئي هر طرح ڦريو وري به ڳوٺاڻو.

هنن وٽ انهيءَ جي بدران وندرگاهون، وڏا باغ باغيچا، وڏيون ۽ ڏندين آڱريون ڏيارينڌڙ سرڪس ۽ وڏا ٿيئٽر ٿين. روسي بيلي ۽ آپيرا پوري دنيا ۾ مشهور آهن. بيلي ته ڦهر آهي. هونئن ته رقص ۽ موسيقي کي ڪنهن ٻي ٻولي جي ضرورت ناهي، موسيقي پاڻ ڪائناتي ٻولي آهي پر بيلي ۾ خاص ڪري ڪڇڻ جي گنجائش ناهي. اک جو هڪ اشارو هزار داستان بيان ڪري ويندو. جسم جي هر حرڪت ڪتابن جا ڪتاب پڌائي ويندي. جيڪڏهن فنڪار ڪنهن نفرت جو اظهار ڪرڻو آهي ته ڏسندڙ کي اهو تاثر وٺڻ ۾ هڪ گهڙيءَ ڪان وڌيڪ وقت نه لڳندو. آفرين آهي انهن فنڪارن کي، جن جي محنت هن فن کي بلنديءَ تائين پهچايو آهي.

موسيقي جي شاگرد هئڻ ڪري روسي موسيقي جو اڀياس ڪيو ۽ تنهن ڪري انجو ڳهاڙيٽو، روسي سنگيت ۽ رقص جا نمونا سمايل هئا. اسليگزنڊر ستلوف ۽ جڳ مشهور موسيقار چيڪوسڪي جون ڌنون منهنجي ڪنن ۾ ويٺل هيون. ازبڪ ۽ تاجڪ موسيقي ته اسان جي پنهنجي ٿي لڳي. هنن پنهي علائقن سان اسان جا لاڳاپا پراڻا آهن. بهرحال. مون روسي بيلي ڏسڻ جي تمنا پئي ڪئي.

لاهور واري ڳالهه ته ”جس ني لاهور نهين ويکيا او جميائي نهين“ مون پنهنجن ٻن ساٿين کي چيو ته روسي بيلي نه ڏٺو معنيٰ روس گهميو ئي ڪونه. هنن به هائوڪار ڪئي ۽ ڏسڻ لاءِ اسان کي هڪ ڏينهن اڳ بڪنگ ڪرائڻي پئي.

نيو بيلي هال، ماسڪو جي هاڪي اسٽيڊيم کان ٿورو پريرو آهي. U اسٽائيل جو هال آهي جنهن ۾ داخلا جا ٻه ٻڙن ڪن دروازا

آهن. هال جي خالي منهن وٽ، فنڪارن جي آمد لاءِ رستو ۽ گرين روم آهي. فنڪارن جي مظاهري لاءِ وچ ۾ مستطيل هڪ خاص جاءِ چونڊيل آهي. اسٽيڊيم وانگيان وهڻ جو انتظام اٿس، جيئن هر ڏسندڙ تمام سولائي سان هر فنڪار جي چرپر کي بنا رڪاوٽ جي ڏسي سگهي. هڪ ئي وقت ويهه هزار کن ماڻهن جي ويهڻ جي گنجائش اٿس. ماڻهن جي شوق جو هي حال جو مشڪل سان ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ جايون خالي، نه ته سڀ ڪچا ڪچ ڀريل. سون اهڙو هال اڳ ۾ بي بي سي جي ٽيليويزن اسٽيشن تي ڏٺو هو جنهن جي ڇت ٽرالين سان پري پئي هئي. هن بيلي هال ۾ به ڇت ٽرالين ۽ روشنين سان پري پئي هئي، جن کي مختلف وقت تي روشنين لاءِ ڪتب آندو ويندو آهي.

بيلي جي لاءِ موسيقي پيش ڪندڙ آرڪسٽرا، ڏسندڙن جي هڪ حصي ۾ موجود هو. آرڪسٽرا جو ڪنڊڪٽر، هر آئٽم کان اڳ روسي ۽ سياحن لاءِ انگريزي ۾ انائونسمينٽ ڪندو آهي.

سڄي سٽيج بولي ۾، بيلي کنهن به ڪهاڻي جي غنائي صورت ڏيندو آهي جنهن جو اظهار ڪو رقاص پنهنجن اشارن سان ڏسندڙن تائين منتقل ڪندو آهي. ائين ڪٿي چئجي ته موسيقي ڪهاڻي جو تصوراتي نقشو آهي جنهن جي آڌار رقاص پنهنجي خوبصورت ادائن سان ڪري ٿو. تن ڏينهن ۾ سوويت يونين جا ٻه عظيم فنڪار تروئبڪ ۽ روزسڪايا يورپي ملڪن جي دوري تان واپس آيا هئا ۽ اسان خوش نصيب هئاسين جو هو انهيءَ شو ۾ ڀرپور گهمرو حصو وٺي رهيا ها.

چيڪووسڪي، بيلي موسيقي جو اڳواٽ آهي. ائين ڪٿي چئجي ته روسي موسيقي، چيڪووسڪي جو ٻيو نالو آهي ته بيجا نه ٿيندو. هن روسي موسيقي کي جيڪي ڪجهه ڏنو، تنهن جو ٿورو ڪو لاهي سگهندا يا نه. البته هتي سندس نالي پويان هڪ عجائب گهر ۽ لينن گراڊ جتي هو ويهي سبق ڏيندو هو ان جاءِ کي محفوظ رکيو آهي.

اسان واري بيلي ۾ سندس مشهور ڪمپوزيشن "سوان ليڪ"

پيش ٿيڻي هئي ۽ اها ٽروئيڪ ۽ بروزسڪايا پيش ڪئي، جيڪي هن موسيقار جي ڪمپوزيشن جي اظهار ڪرڻ ۾ ماهر آهن. اناؤنسمينٽ، اوندهه ۽ پوءِ آرڪ لئمپس سان رنگين ۽ سفيد اسپاٽ لائيٽس شروع ٿيون. فنڪار ميدان تي آيا. موسيقي، ڪهاڻي جي ٿيم پيش ڪئي ۽ فنڪارن ڪمال خوبي سان انهيءَ جي وضاحت ٿي ڪئي. اسپاٽ ۽ فلڊ لائيٽس انهن جي حسن ۾ وڌيڪ رنگ ٿي پريو. ائين ٿي محسوس ٿيو ڄڻڪ فنڪار، فضا ۾ بنا ڪنهن رڪاوٽ جي هوا جي ڪلهن تي اڏامندا ٿي ويا. ترڪڻي فرش تي هنن جي پيرن ۽ پنهنجي چرپر تي قدرت ڏسي، مون پاڻ کي تصورات جي انوکي دنيا ۾ ساڪت ڏٺم. مجال آهي جو هڪ سرتي جو فرق پوي، مون کي پڪ آهي ته اندرسيا انهيءَ کان بهتر نه هوندي.

مون کي اڳيئي ڪئنڪ ڏسڻ جو موقعو مليو آهي ۽ انهيءَ جو بنيادي فلسفو ساڳيو آهي پر اسان انهيءَ کي جاذب ۽ جديد لاڙن مطابق بدلائي نه سگهيا آهيون. پيلي ۾ هنن ايترو واڌارو آندو آهي جو اوهان محسوس ڪري سگهندؤ ته فنڪارچا ٿو چئي. نٽو ڳالهائي ته مڙيئي خير آهي هن جا اشارا سيني کان وڌي زبان آهي. ڪڏهن ڪڏهن ۱۲-۱۲ فنڪار گڏ ٿي آيا. هنن ۾ ايڏي هم آهنگي هئي جو شايد ڪمپيوٽر به اهڙي آلي نه سگهي. بعد ۾ پتو پيو ته اهي سمورا فنڪار شوقيه آهن. پنهنجي پڙهائي ڪانسواءِ، جيڪي هن شوق ۾ اڳڻ چاهين، انهن کي تربيت ملندي. اڳتي هلي، جيڪڏهن هو ڪمال حاصل ڪري سگهن ته هن کي پروفيشن بنائي سگهن ٿا. سوويت يونين جا مشهور فنڪار ٽروئيڪ ۽ بروز سڪايا شوقيه هئا ۽ بعد ۾ اهو ڪمال حاصل ڪيائون جو اڄ يورپ وارا به هنن لاءِ سڪن ٿا. هنن بعد ۾ شادي به ڪري ڇڏي.

هنن جو ڪمال ڏسي داد ڏيڻ کان رهيو نه ٿي ٿيو پر داد ڏجي ته ڪيتري ڪجي. هر گهڙي نئون انداز ڏٺو ٿي. جيڪو وسڪي جون ڏنون ته پڌيون هيون، اڄ انهن جي عملي اظهار ڏسڻ جو موقعو مليو هو.





بروڊينا جي يادگار۔

هيٺ

عظيم پينٽنگ جو

هڪ حصو آهي۔



سوان ليڪ ڪانسواءِ انيڪ ٻين فنڪارن چيڪو وسڪي ۽ ايلگزنڊرسيتاوف جي ڪمپوزيشن تي ٻڌل بيلي پيش ڪيا. هنن جي محنت تمام لاجواب هئي. هنن جي قدمن، هٿن، پيرن ۽ جسم جي ٻين حصن جي چرپر ۾ ايڏي هم آهنگي هئي جڻڪ هڪ هڪ گهڙي ماپيل هئي حسين جسمن جون حسين موومينٽس. بيلي جي ٽيم ڪي تمام حسين نموني آڀاري رهيون هيون.

شو ڪل ساڍا ٣ ڪلاڪ هليو. هر آئٽم ڪانپوءِ تماشبين تمام گهڻو داد ڏيندا هئا. ڪي تہ اهڙا آئيٽم ٿيندا هئا جو تماشبين ١٠-١٠ منٽ تاڙيون وڄائيندا رهندا هئا. اتي ايتري تحسين جي معنيٰ هيءَ ٿيندي آهي تہ اهي فنڪار وري اچن، ۽ اچي ڪجهہ وڌيڪ ڏسندڙن کي محفوظ ڪن ۽ انهيءَ تحسين جو شڪريو ادا ڪن. پاڻ واري مظاهرن ۾ سيٽيون، رڙيون، نعرا ۽ ونس مور، نهين چاهئي، وارا آواز سڀ گڏجي گرنار وارو غوغاءُ پيدا ڪري وجهندا آهن. انهيءَ ۾ فنڪار ڇا سمجهي تہ ڪين تحسين ملي رهيو آهي يا ماڻهو نٿا چاهين. جيڪڏهن ڪو آئٽم نہ وڻندن تڏهن بہ خاموشي سان ٻڌندا ۽ وقت گذاريندا. اٿين نہ تہ اڌ ۾ وڏي رڙيون شروع ڪندا.

مون کي ياد آهي تہ ڪراچيءَ جي خيام ٿيٽر ۾ استاد بڙي غلام علي خان پرفارمنس ڏنو تہ ڪيس انڊا ۽ ٽماٽا لڳا هئا. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ مرڻ ڪانپوءِ ورسيون ملهائينداسين. جيئري نہ قدر ڪيو تہ مٽي جي مٽي ڀرڪم نٿي اچي. هڪ نہ هزارين مثال ملندا. سائين مرنا، ٻبو، پهلوان ڳائڻا اهي سڀ انهيءَ ناقدري جو شڪار رهيا. مغربي دنيا بہ انهيءَ کان ٻچيل ناهي. جڏهن ايڊگر ايلن پو جهڙا ليڪ سڪن نڪرن ڪاٽيندي مئا، يا مشهور لوڪ سنگيت جو ماهر بيلا بارٽڪ محرومي جي زندگي گذاري ۽ مرڻ ڪانپوءِ اهو سڀ حاصل ڪيو جنهن کان زندگي ڪيس انڪار ڪري ڇڏيو هو.

اڄ ڪلهہ سڄاڳي جي دؤر ۾ باشعور قومون پنهنجن فنڪارن جو قدر ڪن ٿا. هن دؤر ۾ تہ ناقدري نہ هئڻ گهرجي. اهو احساس مون کي تڏهن ٿيو جڏهن تاڙين جي گونج ختم ئي نٿي ٿي جيستائين اهي فنڪار وري نڪرن. ترونيڪ ۽ بروز سڪايا جي ٻري تہ ايتري

تحسين ملي جو هن جوڙيءَ کي ۽ گهرا نکري وري خوبصورت انداز ڏيکاري ورتو ويو. فنڪارن جي نجي زندگي ايتري سکي آهي جو هن کي فن ڪانسواءِ ٻي ڪنهن ڳالهه جو فڪر ناهي.

رقص ڪانسواءِ سرڪس سوويت زندگي ۾ وڏو ڪردار ادا ڪري ٿو. هن انهيءَ ۾ ايڏو ڪمال حاصل ڪيو آهي جو شايد ئي ڪنهن قوم ڪيو هوندو. موں کي ياد آهي ته ۱۲-۱۳ سال اڳ روسي سرڪس جي نالي هڪ فلم آئي هئي جيڪا روسي زبان ۾ ۳ ڪلاڪن جي مڪمل فيچر فلم ٿي لڳي. ڏسڻ سان ڪمال ٿي لڳو. مون کي سرڪس ڏسڻ جو موقعو مليو هئو، پر رش ايتري هئي جو اسانجي قيام واري سموري عرصي دوران اها بک ٽيل هئي. انهيءَ جو هڪ ڪارڻ هي ٻه هو ته وئڪيشن ملهائڻ لاءِ وڏي تعداد ۾ سياح ٻسم آيا ها جن جي ٽريول ايجنسين اڳواٽ ئي بکنگ ڪرائي ڇڏي هئي-!

ماسڪو ۾ ٻي گهمڻ جي جاءِ، ماسڪو ۾ مستقبل لڳل نمائش آهي. هن کي سڏين "انقلاب جي ڪاميابين جي نمائش". سوويت عوام انقلاب ڪانپوءِ، مختلف شعبن ۾ ترقي ڪئي آهي؛ هيءَ نمائش انهن ڪاميابين ۽ ڪامرانين جو نمونو آهي. هن جو مقصد ٻاهرين ۽ پنهنجي عوام کي انهن ڪارناسن کان آگاه ڪرڻ آهي. نمائش هڪ وڏي باغيچي ۾ آهي جيڪو پنهنجي راڻسي بساغ کان پيٺو اڌائوٺو ٿيندو. انگن اکرن ۽ چارٽن ذريعي سمجهائڻ لاءِ هڪ وڏو هال منجهس آهي. جڏهن ته باقي ميدانن کي استعمال ڪيو ويو آهي.

هن ۾ سئي سڳي ڪانوڻي، ٽريڪٽرن، ريل گاڏين سيني جو هڪ هڪ نمونو رکيل آهي. ووستوڪ راڪيٽ جنهن سان فضا ۾ راڪيٽ ڇوڙيو ويو هو، اهو ٻه رکيو ويو آهي. هڪ جيترو جاڳندو هوائي جهاز، هلندڙ ريل جي انجڻ سڀ ڪجهه اصلي رکيا ويا آهن. اٿين ٿي لڳو چڻڪ جيڪب آباد جي گهوڙن واري ميلي کي ٽوري وڏي پيماني تي لڳايو ويو هجي. وچ ۾ هڪ ننڍڙي ڍنڍ آهي جنهن کان ٻورو فائدو وٺندي، سياحن جي سير سپاڻي لاءِ ننڍڙيون ٻيڙيون رکيون ويون آهن.

نئديون بسون سياحن کي گهمائڻ لاءِ موجود، ته سووينرس وٺڻ لاءِ نئيا دڪان موجود، جيئن کلفٽن ۾ سپن ۽ موتين جا هار وڪندڙ لڳايو ويٺا آهن. ماڻهن جي بيهه پيهان.

سچ پچ ته هيءَ نمائش سوويت عوام جي گذريل ۵۰ سالن واري جدوجهد واري دؤر جي بخوبي غمازي ڪري ٿي.



# سوويت عورتون ۽ گهر

سنڌيءَ ۾ چوندا آهن ته زال ذات جو عقل هوندو آهي ڪاپي ڪڙي ۾، يا وري ڪو صفا نڪمو مرد هوندو آهي ته ان کي مهڻو ڏيندا آهن ته توکان ته ڇوڪري چڱي، يا هي ته ”زال، تلوار ۽ گهوڙو سدائين ران سان هجي.“ اچا به اڳتي ته زن، زر ۽ زمين سدائين مڙس مارايا آهن. امريڪي ته مورڳو اڳتي وڌي ويا جو صحافت جي علم ۾ خبر جي وصف هن ريت بيان ڪيائون: ”عورت، زر ۽ غلط ڪاري خبر آهي“ اهي پهاڪا ۽ وصفون پنهنجي جاءِ تي پر سوويت عورتون سوويت معاشري ۾ عورت جو ڪردار ڏسي اهي ڳالهيون غلط محسوس ٿين ٿيون سوويت عورت جي حيثيت ۽ ڪم پوري دنيا جي عورتن کان ڌار آهي.

پهرين عجيب ڳالهه آهي ته سوويت يونين ۾ عورتون مردن کان وڌيڪ آهن. ۲۵ ڪروڙ آبادي مان ۱۴ ڪروڙ عورتون ۽ ۱۱ ڪروڙ کان ڪجهه وڌيڪ مرد آهن. اهو هن ڪري، ته گذريل پس صدين

ڪان هتي جي عوام وڏيون جنگيون ڏٺيون آهن. انهيءَ حد تائين جو انقلاب کانپوءِ به هن کي رجعت پسندن ۽ سرمايدارانه نظام جي حامين سان وڙهڻو پيو، مرد گهڻي ڀاڱي ڪم آيا. صرف ٻي جنگ عظيم ۾ سوويت يونين جا ۲ ڪروڙ ماڻهو مري ويا جڏهن ته باقي دنيا جا ۳ ڪروڙ ماڻهو متاثر ٿيا.

ٻي جنگ عظيم جي ۶ سالن جي جنگ ۾ نه صرف مرد ڪهندا ويا پر نسل جي افزائش به نه ٿي. نتيجو هي ٿيو ته ٻي جنگ کان پوءِ ٻارن جي پيداوار تيز ٿي وئي ۽ خانداني رٿا بندي ڪرڻ جهڙي ڪا ضرورت نه پئي. اڄ به حڪومت جي طرفان رٿابندي ناهي پر وڌندڙ اقتصادي ضرورتن ڪري، خاندان پاڻ مرادو پنهنجو ڪٽنب ٻن يا ٽن ٻارن تي مشتمل رکڻ گهري ٿو. پاڪستان يا هندستان وانگيان ناهي ته هڪ طرف حڪومت خانداني رٿابندي جي فائدن جي ضرورت جو وڏي پرچار ڪندو ته ماڻهو وري ڏنڊا کڻيو خانداني رٿابندي وارن ڪارڪنن کي ڦريو اچن، جي ”قدرت جي ڪم ۾ هٿ وجهڻ جي برابر آهي.“ مون کي ياد آهي ته برطانيه ۾ ان وقت پڻ ميٿڊلسٽ چرچ ۽ رومن ڪيٿلڪس انهيءَ کي خدا جي حڪم خلاف قرار ڏنو هو. ميٿڊسٽ چرچ وارا ته باقاعده تحريڪون هلائيندا هئا. گهڻو پوءِ پوپ پال خانداني رٿابندي جي حمايت ۾ بيان ڏنو هو ته ”ٻڪتي پيٽ کي هن دنيا ۾ آڻڻ گناهه آهي!“

خير، عورتن جي واڳ ڪري، هر شعبي ۾ عورتون ڪم ڪن. مردن سان گڏ ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي، دڪانن ۾، هوٽلن ۾، جهازن ريلن، بسين، ڪارخانن سڀني هنڌن عورتون مردن سان برابر ڪم ڪن. پنهنجي جي حيثيت ساڳي. اهو تصور ڪونهي ته عورت جي ڪڙيءَ ۾ عقل آهي تنهن ڪري ان کي اهميت ۽ ذميداري وارو ڪم نه ڏجي. ڪن هنڌن تي ته عورتون، مردن کان وڌيڪ ذميداري سان ڪم ڪن. فرج ۾ عورت جو ساڳيو مقام آهي. عورت جي انهيءَ حق کي سوويت آئين ۾ تحفظ ڏنل آهي. هتي وٽ مرد ۽ عورت ڪا ڌار شيءِ ناهي. هتي وٽ اهم انسان آهي. تنهنڪري نوڪري، ڪم، پگهار ۽ اهميت ساڳي مرد واري ملندي. ٻار ڄمڻ وارن ڏينهن دوران هنن کي ۴ مهينا پگهار سان موڪل ملندي.

مغرب ۾ ته هنن عورت جي صنف نازڪ هڻڻ ڪري، جاسوسي جي حد تائين ٻه ڪم ورتو، جڏهن ته اسان وٽ عورت کي چو ديواري تائين محدود رکيو ويو يا برقعي جي اوٽ ۾ قدرت جي هن حسين تخليق کي لڪايو ويو. عورت جي باري ۾، سوويت معاشري ۽ اسان جي معاشري درميان تصور جي هڪجهڙائي هن جي سونهن آهي. اها حقيقت هو به تسليم ڪن ٿا. هنن جي شاعرن به عورت جي ٽڪڙي کي پنهنجي رنگ ۾ پريو آهي ته اسان جي شاعرن ته دنگ ڪري ڇڏيو آهي.

سوويت يونين جي اقتصادي نظام موجب عورت کي مرد سان گڏ ڪم ڪرڻو پئي ٿو، اهڙي صورت ۾ گهر جو گاڏو چڱي طرح هلي نه سگهندو. هونئن به عورت گهر ۾ ويهي ڪري ڇا؟ اسان جي عورتن وانگيان عورتون گهر جي سونهن، يا صرف ٻارن پيدا ڪرڻ ۽ نپائڻ جي مشين ناهن. تنهن هوندي به گهريلو زندگي ۾ اسان ۽ هنن جي معاشري ۾ گهڻي حد تائين هڪجهڙائي آهي. مثال طور اسان وٽ ننهن ۽ سس جو جهيڙو ازل کان هلندو اچي، پٽ زال جي چالهہ هلندو ته ماڻس کيس زن مريد سڏيندي ۽ ننهن کي چوندي ته خبر ناهي ته پٽس تي ڪهڙا تعويذ ڪيا اٿس. يا وري سس اها توقع رکندي ته گهر جو سمورو ڪم ڪار ننهن ڪندي. ننهن وري سس تي ظالم هئڻ جو الزام لڳائيندي. نڻان ۽ ڀاڄايون ڪڏهن نه ٺهن، ويندي سئن پڙهيل ڪڙهيل خاندان ۾ به اهو جذباتي جهيڙو هلندو اچي. ڏٺي اچا ساڳيو جهيڙو، ساڳي انداز ۾ موجود ساڳيا ڪردار ساڳيون ڳالهيون، ساڳيا الزام، صرف ٻوليءَ جو ڦيرو.

اسان کي ”يورت انسا“ يا ”ورڪنگ وومن“ جي نالي هفتيوار اخبار جي دعوت تي سندن اخباري آفيس ۾ گهمڻ ويا هئاسين. اخبار جي ايڊيٽر پنجاهي کن سالن جي هئي، صحتمند ۽ سوويت جي معاشري توڙي پنهنجي معاملن تي سٺي ڄاڻ رکندڙ، جوان همت، هن کان جڏهن پڇيم ته ”اوهان جي گهر ۾ به ڪو اهڙو جهيڙو آهي.“ ته وراڻيائين ”آءٌ چاڪاڻ ته پنهنجي اخبار ۾ اهي مسئلا حل ڪندي رهندي آهيان، تنهنڪري آءٌ انهيءَ مسئلي کي بخوبي منهن ڏيندي آهيان. باقي مسئلو پنهنجي جاءِ تي ضرور موجود آهي.

جيڪڏھن زال ۽ مس ٻئي ملازمت ڪنديون هونديون تہ پوءِ هيڪاري جهڳڙو وڌيڪ. رڌ پچاءُ، گھر جي صفائي، ٻيو ڪم ڪار ٿيو تہ ساڳيا پاڻ وارا طعنا. انهيءَ ڪري هر جوڙو ڪوشش ڪندو آهي تہ اولاد جي شادي ٿئي تہ ڌار ڪري ڇڏجيس. سندن مرضي، وڃي ڪيئن ٻہ گذارين. اسان وٽ تہ اڃا روايتي گھر موجود آهن، جتي شادي ڪانپوءِ بہ پٽ فرمانبردار اولاد ۽ ننهن سگھڙ عورت جو مثال بنيون رهنديون آهن.

ربوت النسا جي ايڊيٽر سان سوويت عورت جي ڪردار ۾ معاشي ۽ گھريلو زندگي تي خاصو بحث مباحثو ٿيو، جنهن سان ڪئين نيون ڳالهيون معلوم ٿيون. اسان کي ٻڌايو، ويو تہ ڪم جي وڌندڙ نوعيت ۽ وڌيڪ آزادي ملڻ ڪري، هاڻي شادي شده عورتون خود اهو سوچي رهيون آهن.

تہ پيو تہ ٺهيو ۾ رڌ پچاءُ جي ڪم ۾ بہ، مرد عورت سان اڌو اڌ ڪم ڪرائي. اهڙا ڪئين خط "ورڪنگ وومن" ۽ ٻين اخبارن ۾ ڇپيا رهندا آهن. اسان وٽ تہ اڃان حويلين ۽ حرم خانا موجود آهن جتان عورت جو نڪرڻ محال آهي. سرنديءَ وارا تہ گھر نوڪريائيون رکي ڪنديون آهن پر مسڪين ۾ مسڪين ماڻهو بہ پنهنجي زال سان گھر جي ڪم ۾ بہ هٿ نہ ونڊائيندا، پاڻ سانيءَ ۾ ٿوري دير ٿي تہ ڪرڙ خان زال تي آڪڙيو ايندو. جنهن ۾ اڪثر اڳرا نتيجا نڪرندا.

شاديءَ جو مسئلو، سوويت يونين ۾ ڪو ڏکيو مسئلو ناهي. اسان وٽ تہ مائٽن جي مرضي سان شاديءَ جو رواج ڪن صدين کان هلندو اچي، پوءِ چاهي ان ۾ زال مڙس هڪٻئي جي مزاج کي پسند ڪندا هجن يا نہ، يا وري عمر ۾ وري ڏکيٽرا هجن يا نہ. هزارين اهڙين بي جوڙ شادين جي ڪري گھر اجڙ ٿيي ويا هوندا. اهڙا ڪئين واقعا ملندا جو ۶۵ سالن جي پوڙهي سان ۱۷ سالن جي نوجوان ڇوڪري پرڻائڻ سان حياتي زهر ٿي هوندي. مائٽن کي ڇا آهي. هنن تہ سوچيو تہ مڙس زميندار هئڻ ڪري، ڇوڪريءَ سکي گذاريندي، پر اها سندن ڀُل آهي.

ننڍي عمر ۾ شادي بہ اسان وٽ ڪا گهٽ هاڃيڪار ثابت

نه ٿي آهي. ڪي ته مورڳو ٻيٽ لڪي ڏيندا آهن، پوءِ نتيجو ڇا به نه ڪري، بدي تي سگهن به هميشه خطرناڪ نتيجا ڪڍيا هوندا. هڪ ڊر، هڪ ٻانهن ڪي وهاري ڇڏيو، ته پوءِ وٽن ڪورٽون پيٽيندا يا زوري ڪندا. ڪن ڇوڪرين جي شادي وري ڏاج ڪري ڪونه ٿئي.

هتي ائين ناهي. ڇوڪريون وڏيڪ ۽ پڙهيل ڪڙهيل هئڻ ڪري مسئلو گهڻو سولو آهي. عورتون زندگي جي هر شعبي ۾ موجود هئڻ ڪري، هڪ قسم جي آزاد ۽ مڪسڊ سوسائٽي ٺهي ويئي آهي. مرد گهڻو ڪري، ڇوڪري ڏسي، ٻه چار ڏينهن گذاري هڪٻئي کان واقف ٿين. فيصلو ڪري صرف مائٽن کي آگاهه ڪن. نه ڏاج، نه رقم، شادي محل ۾ وڃو، شادي ٿي ويئي. ڪا گهڻي گهل گهلان نه ٿئي. مائٽ مڃين ته مڃين، پرتا رب کي. ائين ڪونه ٿئي ته هو راضي نه هجن ته پٽ پوٽ کي نه ٿئي، ۽ راڄ نه ڦري.

گهر ڌاهڻ ۾ ٻئي برابر حصو وٺن. عورت پنهنجو سامان آڻي، ۽ مرد پنهنجو. گهريلو استعمال جو سامان به گڏ وٺن. ڏسندي ڏسندي هڪ سٺي گهر ٺهيو وڃي.

جتي ٻه ٿڪر هوندا، ضرور ٺڙڪندا. زال ۽ مڙس جا تڪرار اتي به ساڳي انداز ۾ هليا اچن، جيئن اسان وٽ. پوءِ ڪڏهن ٺهيو وڃن ۽ ڪڏهن گهڻو اڳتي نڪريو وڃن: هر گهڻو ڪري ٻئي ڌريون ڪوشش ڪنديون آهن ته هڪٻئي جي ڪلهن تي ٺهي وڃن. بنيادي طرح انسان هئڻ ڪري، هنن جون هڪٻئي تي ميارون به ساڳيون، پر پاڻ واري مرد کي ڪاوڙ مڙيئي گهٽي ٿئي. ٿوري دير ۾ ڪاوڙ نڪ تي، اچا به شڪ وڌي ويو ته ڪهاڙيءَ سان به اڙ، پوءِ جيستائين سچ ثابت ٿئي. ائين به ٿيو آهي ته غلط فهمين جي بنياد تي خاندان اجاڙ ٿي ويا هجن. جيتوڻيڪ اسان وٽ اها اجازت به آهي مڙس کي زال نه وڻي يا زال کي مڙس نه وڻي ته طلاق حاصل ڪري پنهنجي مرضي سان گذاري سگهن ٿا.

روسي معاشري ۾ اول ته اهڙي نوبت ڪانه ايندي. پر جيڪڏهن اختلاف پيدا به ٿيو ۽ ڳاهه ممڪن ناهي ته علاقي

جي ڪائونسل جنهن کي عدالتي اختيارات ٿين، سا ٻهراڻين ڌاهہ ڪرائڻ جي ڪوشش ڪندي. پر جيڪڏهن ڪا وٽي نہ ملي تہ پوءِ طلاق. طلاق ۾ بہ گهڻي ڇڪ ڇڪان ڪانہ ٿئي. سال ملڪيت ۾ اڌو اڌ، سواءِ ذاتي استعمال جي شين جي، ٻارن جي حق مهر، ٻا جي لکپڙهہ. هرڪو وري سگهي ٿو. زال جي مرضي تہ وري بي شادي ڪري ۽ مڙس کي بہ اجازت تہ وري ڪا من موهڻي پسند ڪري.

جيڪڏهن هنن کي ٻار صغير آهن تہ ڪورٽ ٻار جي عمر جي لحاظ کان، ٻار جي حق ۾ فيصلو ڏيندي. جيڪڏهن ٻار صغير آهي تہ هن کي ماءُ وٽ رهڻ جي لاءِ موڪليو ويندو ۽ مڙس کي پنهنجي ڪمائي جو چوٿون حصو ٻارن جي خرچ لاءِ ڏيڻو پوندو، جيستائين ٻار پنهنجن پيرن تي بيهي. جيڪڏهن ٻار مرضي ظاهر ڪرڻ جهڙو آهي ۽ پيءُ سان وڃڻ گهري ٿو تہ وري ماءُ کي پنهنجي ڪمائي جو ۲۵ سيڪڙو ٻار جي پرورش لاءِ ڏيڻو پوندو.

سوويٽ زندگي ۾، هڪ سٺي ڳالهہ هيءَ نظر آئي، جيڪا پنهنجي معاشري وانگيان بلڪل ساڳي آهي. اها آهي تہ جڏهن ماءُ پيءُ پوڙها ٿي ويندا آهن تہ اولاد کي هنن جي سار سنڀال ۽ خدمت چاڪري ڪرڻي پوندي آهي. اڄ ڪلهہ جي اولهہ يورپي يا امريڪي معاشري وانگيان ناهي تہ ماءُ پيءُ پوڙها تي ويا تہ ڪين ڪوبہ نہ پڇي. يا هيءُ تہ ماءُ پيءُ کا نصيحت ڪري تہ ڪيس "اسي مت ڪسي" جهڙي سندن ڳالهہ نہ مڃجي. پر روايتي مشرقي انداز ۾، والدين جي پوڙهو ٿي وڃڻ تي، جيتوڻيڪ حڪومت کين ڇڱو خاصو گذارو الائونس ڏيندي آهي، پر اولاد جو هيءُ فرض آهي تہ ماءُ پيءُ جي سارسنڀال لهن. جيڪڏهن ڪو نافرمان اولاد ائين نٿو ڪري تہ قانون تحرڪ ۾ ايندو ۽ ڪورٽ اولاد کي مجبور ڪندي تہ هو والدين جا حق ادا ڪري. ٻي ڪنهن دنيا ۾ اهڙو قانون ناهي اسان وٽ تہ ائين ڪرڻ اخلاقي پنڌٺ آهي تہ جڏهن ساڻن ڇڏي، تاتي وڏو ڪيو آهي، تڏهن پيريءَ ۾ هنن جي چاڪري ڪرڻ ضروري آهي.

جنسي زندگي، عورت ۽ مرد جي زندگي جو لازمي جزو آهي،

ٻوءِ چاهي کهڙو به معاشرو ۽ کهڙي دور جو به هجي؛ انهيءَ انساني جبلت کي روڪي نٿو سگهجي، ۽ انسان ڪڏهن ڪڏهن انهيءَ هٿان ايڏو مجبور ٿيو وڃي جو انهيءَ جا افسوسناڪ نتيجا به نڪرن ٿا. اسان جي معاشري ۾ خود اهڙين خبرون شايع ٿينديون رهنديون آهن ته ”فلاڻي هنڌان تازو ڄاول ٻار لڌو جيڪو ڪنهن ڪنواري، ماءُ پنهنجي گناهه لڪائڻ خاطر ڦٽي ڪيو. يا وري انگلش ناول سلونج جو واقعو، هڪ غلطي ڪري، ڪنين زندگين کي نهوڙي ٿو. يورپ ۽ امريڪا جي اسپتالن ۾ ٻارن ڪيرائڻ جي روزمره وڌندڙ تعداد مان ڪنوارين مائرن جي تعداد جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. مشهور هالي ووڊ جي اداڪاره شيرن ٽيٽ جو افسوسناڪ قتل، انهيءَ ڪنواري ماءُ سوسن ئي ڪيو هو.

اهڙي معاشري ۾، ڪنواري ماءُ جي ڪا حيثيت نٿي رهي. هن کي معاشري ۾ گهٽ عورت، ۽ گناهه ڪار تسليم ڪيو وڃي ٿو. اسان جي معاشري ۾ ته اها عورت منهن ڏيکارڻ جي لائق نٿي رهي. جيڪڏهن هن کان غلطي ٿي ته هو ان کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪندي جنهن ۾ فوري شادي شامل آهي. جيڪڏهن هو غلطي لڪائي نه سگهي ته پوءِ سڄي ڄمار ڪانياري ليکبي. جيتوڻيڪ هو انهيءَ ۾ اڪيلي گناهه گار ناهي، مرد به برابر جو ڏوهاري آهي. سوسائٽي جون ريتون، رسمون، آداب، اخلاق سڀ ڏوهاري آهن.

انهن سمورين ڳالهين کي ڌيان ۾ رکندي، سوويٽ معاشري ۾، اهڙي ڪنواري ماءُ کي قانون جو تحفظ حاصل آهي. هن کان جيڪڏهن ڪا غلطي ٿي ويئي هجي ته هو آزاديءَ سان ٻار ڄڻي سگهي ٿي، هو انجي حقيقي ۽ قانوني ماءُ آهي. هن کي ڪو ائين نٿو چئي سگهي ته هيءَ حرامي ٻار جي ماءُ آهي؛ يا انهيءَ جي بنياد تي هن کي نوڪري يا زندگي جي ٻين سهولتن کان محروم رکي نٿو سگهجي. نه وري سوسائٽي، ڪيس انهيءَ آڌار تي ڪيس گهٽ نظر سان ڏسي سگهي ٿي. اهڙي ماڻهوءَ کي سزا ملندي.

ساڳي طرح اهڙي ٻنا ڀيءَ جي ٻار جي رهائش، پڙهائي وغيره

جو خرچ سرڪار پريندي، چيستائين هو پڙهي لائق ٿئي. هن ڪري ٻنا ٻيءُ هٿن جو مهٿو نٿو ڏيئي سگهي. ايتري تحفظ هوندي به نه اتي جنسي ٻي راهه وروي آهي نه وري جنسي ڇڙواڳي. باقي جنسي ميل ميلاپ جا طئي شده سٽريل طريقا پنهنجي جاءِ تي موجود آهن، نه رستن تي اشارا، نه گهٽين ۾ هڪبئي جي پويان گشت، نه جهاڙين ۾ بوس و ڪنار. شستگي هنن جي حسن ۽ جنسي ميل ميلاپ جو بنياد آهي.

اخبار نويس هٿن جي حيثيت سان، اتان جي اخباري دنيا بابت خبرچار معلوم ڪرڻ، ۽ انهن دوستن سان خبرچار ڪري جي آرزو به فطري هئي. مون کي ياد آهي ته پنهنجي لنڊن واري تربيت دوران، اسان کي دنيا ۽ صحافت جي عظيم ترين مرڪز فليٽ اسٽريٽ تي ڪن اخبارن گڏ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو هو ته ڪن کي وري گهمي ڏٺو هئوسين. انهيءَ ماحول کي پيهر ڪٽي ڏسڻ جو ته موقعو نه مليو پر هڪ تقابلي موازنو ڪرڻ جي آرزو هئي. تنهنڪري پنهنجن ميزبانن کي انهيءَ کان آگاه ڪيم. هونئن به هنن لاءِ انهيءَ کان وڌيڪ کهڙي موزون ڳالهه هئي ته اخبار واري کي ڪنهن اخبار ۾ وٺي وڃن، پولي مختلف آهي ته ڇا، ڪميونٽي ته بين الاقوامي آهي.

ماسڪو ۾ فليٽ اسٽريٽ واري حيثيت، گورڪي اسٽريٽ کي حاصل آهي. گورڪي اسٽريٽ تي سوويت يونين جو سڀ کان وڏو اشاعتي ۽ خبر رسان ادارو ايجنسي نووستي پريس جو دفتر، ازويستيا، پراودا، ماسڪو نيوز، وغيره آهن. هونئن گورڪي اسڪواير تمام مصروف تجارتي علائقو آهي. اسان به اخبار ازويستيا کي چونڊيو، جيڪا شام جي وڏي ۾ وڏي روزانه اخبار آهي. ضخامت جي لحاظ کان هي اخبار ڪا گهڻي ناهي. ٦ صفحا. ڪڏهن ڪنهن خاص ڏينهن تي وڌيڪ ڇاپڻ جي ضرورت پوين ته ٢ـ٣ صفحا وڌائي ڇڏيندا آهن، نه ته ساڳيا ٦ صفحا. برطانوي ۽ امريڪي اخبارن وانگيان نه، جيڪي روزانه ٢٤ کان ٣٦ صفحا ته سراسري ڪين ۽ سنڊي نيوز پيپرس ٧٢ کان ٩٦ صفحا هلن. نيويارڪ ٽائيمس جو سنڊي ايڊيشن ته سوين صفحن تي مشتمل ٿئي. ظاهر آهي ته ايترا صفحا ڪو ماڻهو هڪ ڏينهن ۾

پڙهي نٿو سگهي ۽ هو صرف پنهنجي دلچسپي واريون شيون پڙهي ڇڏي ڪري ڇڏيندا، پوءِ چاهي انهيءَ ۾ ڪيترو به قومي نقصان ٿئي. اسان به پوئتي ناهيون، پوءِ چاهي ڪيتري به ڳري اگهه تي اخباري ڪاغذ گهرائي قيمتي زرمبادلو خرچ ڪرڻو پئي اختصار ۽ بنيادي معلومات تي اڪتفا نه ڪنداسين.

مون پهرين ته اها ڳالهه معلوم ڪئي ته هتي سرڪيوليشن ڪيئن آهي. ڇاڪاڻ ته منهنجي آڏو ته برطانوي ۽ امريڪي اخبارن جا انگ اکر هئا ۽ انهن کي تمام گهڻا سمجهندو هئس. مثال طور برطانيه جي "ڊيلي مرر" ٥٦ لک روزانه ڇپجي، ايڪسپريس ٤٧ لک، ڊيلي ميل ١٩ لک، نيوز آف دي ورلڊ ٧٨ لک. پر هتي به گهٽ ڪان ٿي. ازويستيا جي سرڪيوليشن ١ ڪروڙ ڪان وڌيڪ روزانه. سوويت اخباري صنعت ۾ اشتهارن جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. ڇاڪاڻ ته مصنوعات ۾ هر شيءِ رياست جي آهي تنهنڪري ڪهڙي شيءِ جو اشتهار ڏين ۽ ڪوڙي شيءِ جو نه ڏين. هن لاءِ ته سموريون شيون تشهير لائق آهن، تنهنڪري مشهوري ڪرڻ جي خلاف آهن، باقي ٻين ملڪن جي رسالن ۽ اخبارن ۾ سوويت مصنوعات جا اشتهار ڏيندا آهن، يا وري اهي سوويت اخبارون جيڪي غير روسي زبانن ۾ ڇپبيون آهن، تن ۾ نون مروج ٿيندڙ شين جي تشهير ڪن.

اخبارن ۾ اشتهار نه هئڻ ڪري، جاءِ گهڻي بچي تنهنڪري خبرون، تبصرا، رايا، مضمون گهڻا ڏيئي سگهن. پاڻ وانگيان ٿئي ئي ڪون ته سموري اخبار اشتهارن جي رش ڪري پرچيو وڃي، پوءِ ڪمبٽ، سرهاڙي ۽ محراب پور جي نمائندن جي شڪايتن جي ڊم، يا وري سوٽ وارا ٻچا ڪن ته اسان جي بيانن جو ڇا ٿيو. هتي وٽ اشتهار سو برابر ڪونهن پر جاءِ کي تمام عقلمندي سان استعمال ڪن. ازويستيا ۽ ٻين اخبارن جو سمورو مواد اي پي اين يا تاس ڏيندي آهي، جيڪي مملڪت جي پاليسي ۽ حڪومت جي نقطہ نظر کي آڏو رکي رپورٽ ڪندا آهن. ازويستيا، به ساڳي ڍانچي ۾ ڪم ڪندي آهي.

اسان جي ملاقات، بين الاقوامي سيڪشن جي مسٽر البرٽ گريگو ريانٽس، فارين ايڊيٽر ۽ فارين ايڊيٽر گنادي دسچيڪنو سان ٿي.

اخباري ماڻهو، اخبار جي دفتر ۾ ويٺا، ڪا ٿين ڳالهه ڪانه ٿي لڳي، سو اسان به ڪچهري ۾ شروع ٿي وياسين. پوري دنيا جي خبرچار ڪئيسين. اسان جي اخبارن بابت ڳالهه ٻولهه. هنن جي طريقه ڪار جي خبرچار، اتي اخباري تنظيم متعلق تفصيل سان گفتگو ٿي. ٻئي ڌريون تمام ڏاهيون ۽ پنهنجي نقطه نظر ۾ ايماندار ۽ واضح. پاڪستان، سوويٽ يونين جي پاڙيسري ملڪن سان آهي ۽ هنن پنهنجي جا لاڳاپا سٺا رهيا آهن. اقتصادي ميدان ۾ سوويٽ يونين اسان جي گهڻي مدد ڪئي آهي، تيل ۽ گئس جي ڳولا، رڪ جي ڪارخاني ۽ ٻين ڪمن ۾ هنن جي معاونت تمام اهم آهي. اسان انهن تي به ڳالهايو.

ڳالهائيندي مون ٻڌايو ته پاڪستان، پاڻ آزاديءَ لاءِ عوامي جدوجهد جو نتيجو آهي ۽ گهڻن تجرباتي دورن لاهن چاڙهن بعد جمهوريت تي عمل پيرا آهي. سوويٽ عوام جي ماضيءَ کي انهن ڪوائف ڪان ڌار نٿو ڪري سگهجي. سوويٽ سوسائٽي خود وڏا لاها چاڙها ڏٺا آهن. تنهنڪري طبقه واريت، استحصال، حريت پسندي، بينڪيت ۽ نيم بينڪيت توڙي ٻين انساني معاملن تي ٻنهي ملڪن جا عوام هڪڙوئي نڪتو رکن ٿا. هنن منهنجي انهيءَ خيال جي پٺڀرائي ڪئي. ساڳي وقت بين الاقوامي حالتن تي به خاص خيالن جي ڏي وٺ ٿي ۽ وچ مشرق ۽ عربن جي حمايت ۽ بينڪي قوتن سان اختلاف تي خيالن ۾ هڪجهڙائي هڪٻئي ۾ ڏٺيسين.

ازويستيا جي عمارت، ڇهه ماڙ آهي. هيٺين حصي تي گهڻو ڪري انتظامي معاملا، استقباليه ۽ گدام وغيره آهن. ٻين ادارن ۾ داخلا وانگيان، ازويستيا ۾ به داخل ٿيڻ لاءِ پاس ضروري آهي. اخبار جو دفتر پنهنجي ٽيليويزن وانگيان ڪاريڊارن سان ڀريل. اخبار جو سبنگ، ايڊيٽنگ، پڪچر سليڪشن، هيڊلائيننگ، ڊمي ميڪنگ ۽ ميڪ اپ انهن ئي ٽئي جيڻ پاٿوٽ ٿيندو آهي. اهي ئي ساڳيا رپورٽر، ساڳيا سب ايڊيٽر ۽ ساڳيا فوٽوگرافر.

مون کي، اخبار جي ڇپائي جي طريقي معلوم ڪرڻ جي خواهش هئي جنهن کان ميزبانن کي آگاهه ڪيم. ضروري ٽيليفون ٽڙي کان

پوءِ، اسان کي نيو ويو. پرنٽنگ گرافي جي شاگرد هئڻ ڪري مون کي ڪوڙهي طرح ڏسڻو هئو تنهنڪري مان ته گهڙي ويس اندر. اتان جو فورمئن، هڪ آسٽريا جو باشندو هئو، جنهن کي چڱي موچاري انگريزي به ايندي هئي. مون ڪٽي انهيءَ کي پڪڙيو. اوڏيءَ مهل ڪمپوز ٿيڻ بند ٿي ويو هو، سواءِ ايڪڙ پيڪڙ اسٽڪ جي. هر صفحي جو انچارج ميڪ اپ مئن وٽ پيٺو هو. ٻه ٽي هر صفحي جي آڏو هئا. ڪمپوز ٿيل گيالين پر پر ويا ٿي سٿيندا. پاڻ وٽ انگريزي اخبارن ۾ اسٽون ايڊيٽر ڪو ڏاهو سب ايڊيٽر هوندو آهي، جو آخري وقت ۾ ميڪ اپ مئن وٽ وڃي بيهندو آهي، پر هنن وٽ اها ذميداري جو ڪم انچارج پاڻ ڪندو آهي. جزوي ڦيرگهير يا ڪنهن مونجهاري جي حالت ۾ هو سمجهائيندا ٿي ويا. هو يورپ ۽ امريڪا جهڙي ترقي يافته اخبارن وانگيان ئي ڪم ڪندا آهن. مون کي ته فليٽ اسٽريٽ جهڙي ڪا اخبار ٿي لڳي. مون هنن کي پنهنجو ڪراڙو فقيرمحمد يا گل محمد بلوچ سمجهي خبرچار شروع ڪري ڏني، ۽ هو به سمجهي ويا تنهنڪري هرئيس مئن وانگيان مون کي جواب ٿي ڏنائين.

انگريزي اخبارن وانگيان، ازويستيا جو ڪمپوز به ٧ پوائنٽ يا وڏيڪ به ٿيندو آهي. هيڊ لائين لاءِ ڏار پوائنٽيج. باڊي ميٽر لاءِ لائينو مشينون ۽ هيڊ لائين لاءِ دار مشينون. پنهنجي ملڪ ۽ برطانيه جهڙي اخبارن ۾ هيڊ لائينن لاءِ لڌلو ڪتب اينديون آهن، پر اتي هيڊ لائينن لاءِ پنهنجون ئي مشينون. ڪيس ۽ ڪيس رکڻ لاءِ گهوڙيون ڏاتوءَ سان، لڏڻ لمڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

بلاڪ ٺاهڻ لاءِ ڪو نئون طريقو ڪونه اٿن روايتي اٿيڊ سسٽم به اٿن، ته خشڪ اليڪٽرو گريور به اٿن. باقي جيئن ڊان ۽ مارننگ نيوز ۾ ٿيندو آهي تيئن ساڳيو سسٽم. مٽرڪس ٺاهي، مرضي پوين جيترا اسٽيريو ٺاهي ڇاپڻ شروع ڪن.

يوروپي ۽ سوويٽ سسٽم ۾ مون هڪ خاص فرق ڏٺو اهو هيءُ ته يوروپي سوسائٽي ۾ ڪمپيوٽر، تيزيءَ سان انسان جي جاءِ وٺي

رهيو آهي. انهيءَ ڪري بيروزگاري پکڙجي ٿي. ۽ سچ پچ مشيني ترقي جو سڀ کان وڏي خاصيت هيءَ آهي ته مشين انسان جي جاءِ سنڀالي ٿي. سوال آهي ته هڪ ڪمپيوٽر ۶۵ هزار انسانن جو ڪم ڪري ته باقي انسان ڇا ڪري. منهنجي ذهن ۾ لنڊن جي 'ايوننگ اسٽئنبرڊ' اخبار ڦرڻ لڳي، جتي ڪمپوز به ڪمپيوٽر ڪندو هو. سب ايڊيٽر ڪاپي پنچ ڪري، ڪمپيوٽر ۾ وجهي ڇڏيندا هئا ۽ ڪمپوز مشينون پاڻهي پيون ڪمپوز ڪنديون هيون، ڇا جا ڪمپازيٽر، ڇا جا پروف ريڊر. پروف ريڊرن جي هن ڪري ضرورت نه پوندي آهي ته جيڪي ڪاپي ۾ آهي، اهوئي ڪمپوز ٿيندو. غلطين جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. پارليامينٽ يا ڪنهن چلسي ۾ ڪو مقرر تقرير پيو ڪري ته ٽيليفونڪ لائين، ڪمپيوٽر جي ذريعي سڌي لائينو مشين سان ملائي ڇڏبي آهي، پاڻهي تقرير پيئي ڪمپوز ٿيندي. رپورٽرن جي ضرورت ئي نه پئي.

سوويت يونين، انهيءَ خطري کان آگاهه آهي، تنهنڪري هن مشين ڪي انسان تي حاوي ٿيڻ ناهي ڏنو. ساڳيون لائينون مشينون، آپريٽر، هئنڊ ڪمپازيٽر موجود، پروف ريڊر، رپورٽر سڀ ڏنڊي سان.

سوويت يونين ۾ آفسيٽ به ساڳي ترقي ڪئي آهي. هو ۴۰ جي اسڪرين کان وٺي ۲۵۱ جي اسڪرين تائين خوبي سان ڇپائي ڪري سگهن. آٽوميٽڪ سيپريشن کان وٺي ليدر ۽ ٽن پرنٽنگ تمام سهٽي، پر اخبارن ۾ هو لائينو روٽري ۽ هاٽ ميٽل سسٽم کي وڌيڪ پسند ڪن ٿا. ازويستيا به انهيءَ طريقي ڇپجي. هن اخبار جي عمارت ايڏي مضبوط جو ڪيتريون مشينون ٽي منزل تي آهن ۽ مشين جي ڌوڏن جو ڪو اثر نٿو پئي.

اخباري ڪاغذ، پوري دنيا جي مسئلي وانگيان، هن وٽ به آهي. جيتوڻيڪ هن وٽ اخباري ڪاغذ جو خام (پلپ) جام ٿئي، پر هو باٺ برداشت ڪري غيرملڪي زرمبادلو ڪمائين ٿا. تنهنڪري هو صفحن صفحن وڌائڻ يا اجائي سرڪيوليشن وڌائڻ جي ضرورت محسوس نٿا ڪن. البته ڪتاب، جيڪي بنيادي ضرورت جا آهن، سي پوري دنيا کان سستا.

اخبارون اتي به پنهنجي نظام وانگيان ريل ذريعي يا جهازن ۽ بسن ذريعي وينديون آهن. باقي وڪري لاءِ دڪان، بڪ اسٽال ۽ نيوز اسٽينڊ. اخبارن جي ترسيل ۾ پارٽي ورڪر مدد ڪن، ۽ مقرر هنڌن تي اخبارون وڏي، پوسٽر بوردن تي لڳايو ڇڏين، جتي مفت ۾ اخبارون پڙهي سگهجن ٿيون. اخبارن سان گڏ، پارٽي جا پوسٽر، مختلف پاليسين جون سمجهاڻيون به اتي نظر اينديون.

سوشلسٽ معاشري جي هڪ وڏي خوبي آهي ته هو فرد کي سهل پسند ٿئو بنائي. اهڙا وسيلا ڏسيا ويا آهن جو هيٺان کان وٺي، مٿين طبقي تائين ڪم جي ورڇ ٿيندي وڃي. انهيءَ ڪري، نوڪر چاڪر هئڻ جو سوال ئي پيدا ٿئو ٿئي. اتي هر ماڻهو صاحب آهي، هر ماڻهو پنهنجو نوڪر آهي. ڪو ڪنهن جو آقا ناهي، سرمايدارانه استمراريت جا اتي نشان نسي ڪونه ٿين. اسان وٽ شل نه ڪنهن وٽ چار ڏوڪڙ ٿين يا چوڪڙي زمين جي ٿئي؛ پنهنجو جسم ڪٿي هلڻ لاءِ تيار نه ٿيندو. پائيندو ته سڄي دنيا جو چِٽ، مٿس اچي جهليو آهي، نئين ماڊل جون گاڏيون پيو پچائيندو، هڪ ماڻهو ٿيلهي ڪڻڻ وارو هوندو ته ٻيو حقي وارو، بورچي پڻ، ٻي نوڪر ته ڪراچي واري بنگلي تي هوندا ئي هوندا؛ ٻيءَ ملازمن جي چلهه ۾ باهه ٻري يا نه، بقول هڪ لاهوري دوست جي 'ساڊا ڪي'.

خير، ڳالهه ٿي هلي سوشلسٽ معاشري جي. اتي ڪو ماڻهو پنهنجو ڪم ٻئي تي وجهڻ نه چاهيندو آهي، نه ٻي ٻيو ماڻهو پرايو ڪم ڪندو آهي، سواءِ ذميداري جي. اها هنن جي مزاج ۽ سوسائٽي جي سکيا آهي. انهيءَ جو سڀ کان دلچسپ مظاهرو ٽيليفون سرشتي ۾ نظر آيو. جيتوڻيڪ رقبي جي لحاظ کان هيءَ دنيا جو سڀ کان وڏو ملڪ آهي پر هي پڻ ٻيون ٽيليفون ذريعي ڳنڍيل آهن. ايڏي ساري موثر انتظام هئڻ جي باوجود ته اتي انڪواري ڏني نه بڪنگ. چاجو ١٧، ڇا ١٠٩ ۽ ١٠٣- نه وري ٽيليفون جي نمبرن واري ڊئريڪٽري. جيڪڏهن اوهان کي ڪنهن ماڻهوءَ کي ٽيليفون ڪرڻو آهي ته اوهان کي ان جو نمبر اڳواٽ معلوم هئڻ گهرجي. يا وري پنڌ ڪري وڃي وڃو ۽ ڪائنس سندس نمبر پڇي اچو. اهو نمبر ڇڏيءَ

طرح نوٽ ڪري پاڻ وٽ رکو. جيڪڏهن اوهان ڪي اگهوات هن جو نمبر معلوم ناهي ته اوهان کي پڌائڻ وارو ڪو بندو بشر نه هوندو. انهيءَ ڪري هرڪو ماڻهو پنهنجين چوهڙين ۾ پنهنجي ڪم ڪار جا نمبر نوٽ ڪيو وتي، نه ته بر زبان ياد.

مون کي اتي اهو معلوم ڪري اطمينان ٿيو ڇاڪاڻ ته پنهنجي ملڪ ۾ منهنجو اصول ته اهو آهي ته پنهنجي ڪم جا نمبر ياد ڪري ڇڏجن يا نوٽ ڪري ڇڏجن. پڻي تي بار نه وجهجي. پاڪستان موٽي اچي پنهنجن صحافي دوستن مقبول صديقي ۽ پير مظهر جن جو مشغلو پين کان ٽيليفون نمبر پڇڻ آهي. تن کي چيم ته جيڪڏهن اوهان پڻي سوويت يونين ۾ هجو ته پڻي ڏينهن تي ڪريملن جي ديوارن سان ٽڪر هڻي پنهنجو مٿو ڦاڙيو، ڇاڪاڻ ته اتي هنن کي ٽيليفون نمبر پڌائڻ وارو ڪوبہ نه هوندو.

انڪواري ۽ بڪنگ نه هئڻ، توڙي ڊئريڪٽري نه هئڻ، فلسفو اهو ٿي ساڳيو آهي ته هر ماڻهو پنهنجو ڪم پاڻ ڪري. خاتيءَ ۾ وڌ ۾ وڌ ڏيڍ پہ سؤ نمبرن سان واسطو پوندو جن کي سولائي سان نوٽ ڪري سگهجي ٿو. انهن ڏيڍ پہ سؤ نمبرن بدران چو هزارين نمبرن واري ڊئريڪٽري رکجي ۽ خرچ پرجي. ڊئريڪٽري ڇاپڻ جو خرچ ملڪ تي ڏار بوي. انڪواري انهيءَ ڪري ناهي ته هڪ ماڻهوءَ جي ڪم وارو نمبر پيو ماڻهو ڇو پڌائي ۽ ان جو پگهار سرڪار پري. انهيءَ سان ماڻهوءَ ۾ سستي پيدا ٿئي ٿي. ٽرنڪ بڪنگ انهيءَ ڪري ناهي جو هر ڪمرو پڻي ڪمري سان سڌي ڊائنگ ذريعي مليل آهي. چاهي هزارين ميل پري علائقو ڇو نه هجي. سمرقند ۽ تاشقند ۵ ڪلاڪن جي پرواز جو فاصلو آهي پر چند سيڪنڊن ۾ ٽيليفون ملي ٿو.

اسان وٽ بہ ساڳي سهولت آهي ۽ مائڪروويو چار وڃائڻ ڪانپوءِ وڌيڪ اثرائتي ٿيندي. في الحال ته حيدرآباد کان ڪراچي لائين لاءِ ۹۰ ملائيندي ملائيندي اڌ ساهه سڪو وڃي. ڪراچي مان موٽي اچجي ته بہ لائين نه ملي.

ٽيليفون گهٽ خراب ٿين، پر جيڪڏهن ٿين تہ انهيءَ جي شڪايت پڌڻ وارو هڪ نمبر اوهان جي داد رسي ڪندو. ايمرجينسي نمبر هر فون بوٿ تي نظر ايندو. بڪنگ صرف غيرملڪي ڪالن لاءِ ٿيندي آهي جنهنجو شعبو ڌار، چارجز بين الاقوامي معيارن مطابق ٿين. مثال طور پڻ ماسڪو يا سوويت يونين جي ڪنهن بہ شهر مان، پاڪستان لاءِ ڊ روبل يا ٧٠ رپيا ڪن ٿين.

جيئن پين مغربي ملڪن ۾، مختلف انداز مثال طور ڊايل بدران ٽچ سٽيپ، ٽيليفون ڪندڙ جي تصوير ڏيکارڻ وارو فونا ويزن وغيره آهن، تيئن هتي ڪونہ ٿين. چاڪاڻ تہ سوشلسٽ نظام ۾ اهي شيون خرچائو ۽ پراڻ ڏيندڙ نـاهن. انهيءَ بـدران، اهـو افادي پهلو آڏو رکن.

هوٽل پيڪن بہ، ماسڪو ۾ عجيب و غريب هوٽل آهي. گورڪي اسڪواير ۾، وڏي ڪشادي، لفٽون سڀ پين وانگيان، پر سڀ کان عجيب ڳالهہ انهيءَ جـو مـاحول آهي. سڀ ڪجهہ چيني! سمورو ٺام ٺڪائو چيني انداز جو، ڊائننگ ۽ بـال روم کان وڏو. ديوارن ۽ ڇتين تـي گل ڇٽ، نقش نـگار سڀ چيني فڪر جا، ۽ ڪمرا صاف سٿرا.

مون ۽ منظور کي ڇهين منزل تي ڊبل ڪمرو مليو تـہ شميم کي وري ستين تي. ڪمرا شاندار، وضع دار. ڇتين، ديوارن ۽ درين تي چيني ڇٽ ۽ پردا، Suite وانگيان پن حصن ۾ ورهايل. ٻاهر ڪشادو حصو وهڻ جي لاءِ ڪم اچي. ميز ڪرسيون سڀ ڪاٺ جي پراڻي روايتي چيني نموني جون. سمهڻ واري ۽ وهڻ واري حصي درميان الف ليلوي ڪهاڻين ۾ پڌايل هلڪو چاربدار پردو، سچ پچ سمهڻ کان پوءِ پاڻ کي شهزادو شهريار سمجهندا هئاسين. البت شهزادي شهرزاد جي تلاش ۾ اکيون ٽلڪنديون رهنديون هيون. پر پوليءَ جي کوٽ کري، لفظ جو جواب چڱيءَ طرح ڏيئي نہ سگهندا هئاسين.

هونئن تہ سچو ملڪ حسين شهزادين سان پريل هـو پر پوليءَ جي کري ويچارا ني لڳاسين. تنهن هوندي بہ آڪرا هئاسين. منظور

کي ڪوريئڙي وارو مثال ڏيندو هئس تہ جستجو جاري رکجي، متان
اسان واري ٻولي کو سمجهي وٺي.

نيٺ، ماسڪو ريڊيو اسٽيشن تي پنهنجي دؤري جا تاثرات
رڪارڊ ڪرائڻ ڪانپوءِ، شاپنگ ڪري واپس هوٽل تي پهتاسين تہ
اسان جو ميزبان فتح پاڻي هليو ويو هو، انجي جاءِ تي هڪ نئون
صاحب آيو هو دستوري طريقي پرئي ماني تي ٻہ ڪلاڪ لڳيو وڃن، پر
انهيءَ ڏينهن ماڳهين ڪنهن نئين شادي شده جوڙي جي پارٽي هئي
سو ڏاڍي رش هئي. ڊائننگ هال بہ ڀريل هو داخلا بند هئي، ٻاهر
داخلا چاهيندڙن جو هجوم لڳو پيو هو. شميم گهٻرايو تہ ڪيئن اندر
هلبو. آئت ڏنيمانس تہ پرواهہ نہ ڪر. اخباري ڪميونٽي وارو طريقو
اختيار ڪيم ۽ اڳيئي ”پريسا، پريسا“ ڪندو اڳتي هليا وياسين.
٦ ڄڻن واري ٽيبل ڪٿي ٿو مولا ڏياري. اسان واري ميزبان جو ڪو
نيابو آيو هو، سو سوڪلائي سان ڏيئي هليو ويو باقي اسان ٽئي وڃي
ويٺاسين. ٽيبل تي بيئر، منظور جو پسنديده پورٽ وائين، سون واري
پسنديده ووڊڪا جي گهگهي پئي هئي. ٽري فائيو جا سگريٽ،
٣ برنڪ، هڪ ڪرسي تي آءٌ پي تي سنهنجو ڪوٽ، ٦ ڄڻن واري
ٽيبل تي ٣ ڄڻا، ڊائننگ هال ۾ آخر ۾، پوري هال جو نظارو ڪندي،
پاڻ کي راجا اندر ٿي سمجهيوسين.

هڪ ڳالهہ پڌائيندو هلان تہ اتي اسڪاچ گهٽ هلندي آهي،
باقي هنن جا پنهنجا وائين، شمپين ۽ ووڊڪا جام هلن. اسڪاچ ۽
شمپين جا شوقين صرف غير ملڪي ٿين، جيڪا لڳ ڀڳ پنهنجي ملڪ
واري اگهہ تي ملي. سون کي ياد آهي تہ اي پي اين جي دفتر ۾
جڏهن ويا هئاسين تہ اتي جي وائيس چيئرمن سان گپ شپ ڪندي،
چرچو ڪيائين، ”پاڪستاني صحافي پيٽ جي معاملي ۾ خبر ناهي تہ
ڪيئن آهن؛ باقي روسي ٻولي ۾ چوڻي آهي تہ روسي صحافي
صرف ٻن موقعن تي پيئندو آهي. هڪ جڏهن برسات وسندي هجي ۽
ٻيو جڏهن برسات نہ وسندي هجي.“ سون وري پنهنجي جگر مراد آبادي
وارو لطيفو ٻڌايو سان ”اوهان گهڙي رکي ٿا پيئو ۽ اسان وارا
همراه گهڙا رکي ٿا پيئن.“ انهيءَ کان علاوه اسانجي شاعرن جي
ڳالهہ تہ جسماني نشي کان شروع ٿي وڃي عارفانہ ۽ حقيقي نشي
تائين پهچي.

خير، هتي پيئڻ جا آداب به پنهنجا آهن. شيشي جوسامان ته پوري دنيا ۾ بهترين ڏاهيندا آهن، سو هتن جا جام به تمام سهڻا ٿين. عمر خيام کي جيڪڏهن دسترس هجي ها، ته يقينن هتان ئي گهرائي ها، ۽ غالب به گهٽ نه ڪري ها. هر ڊرنڪ لاءِ الڳ، وسڪي لاءِ ڊار شيمپين لاءِ ڊار، بيئر لاءِ ڊار ۽ ووڊڪا لاءِ ڊار. پين ملڪن ۾ به ائين آهي پر هتي ووڊڪا ۽ منرل واٽر جا آنٽم وڏيڪ آهن. ووڊڪا لاءِ عام طور چوندا آهن ته بصرن مان ٿهندي آهي. ٿئي تمام گرم. هن جا درجا ٽين ووڊڪا ٣٥، ٤٥ ۽ ٩٦ اهي گرميءَ جا مختلف درجا ظاهر ڪن ٿا. يوروپي ملڪن ۾ اسڪاچ وانگيان پاڻي ملائڻ ڪانسواءِ پيئن ۽ پوءِ وري پاڻي ڊار ڍڪ ڪري پيئن. چي "اسان ملاوٽ جا قائل ناهيون. هرشيءِ نج پوءِ پيٽ ۾ وڃي پلي ملن." ووڊڪا ۾ پاڻي ملائي پيئڻ عيب آهي ۽ محفل جي خلاف سمجهيو. مٿان پلي منرل واٽرئي پيئو. مطلب ته ڊنر جي ميز تي ويهو ته پيئڻ لاءِ چار مختلف ماپن ۽ اندازن جا گلاس پيا هوندا.

اسان جي ميز تي ٽئي شيون موجود هيون، تنهنڪري مختلف وقتن تي مختلف گلاسن جي آزمائش جاري هئي. شادي پارٽي هڻ ڪري ٻنهي کي سک ڪونه هئو ۽ انهيءَ تي نوجوان جوڙا خون گرم ڪري رهيا هئا ته اڏڙوت به پنهنجي يادن کي نغمن ۾ دٻائي رهيا ها. ٿوري دير بعد شميم به هلي ويئي.

سادي ١٠ بجي ڌاري، هوٽل جو ڊائننگ هال، پر واري لابي سميت ڪچا ڪچ ڀرجي چڪو هو. اسان واري ٽيبل تي چار ڪرسيون خالي پيون هيون. ڪيڏيءَ مهل به مسماتون، هڪ ٻيل ٻانهن ۾ ٻي مني ۾ ٽلنديون نظر آيون. اسان چاڪاڻ جو هال جي لنگهه واري حصي ڪان منڍ ۾ هئاسين، تنهنڪري ذري گهٽ اسان جي ٽيبل جي پر ۾ بيهي، هال جو جائزو ورتائون. ظاهر آهي ڪنهن وهڻ واري جاءِ جي ڳولا ۾ هيون. مون منظور کي چيو ته "هيستائين ڪنهن سوئيٽ ڪمپني لاءِ واجهه وڌا اٿئون، سي سڀ ٽئي پيا آهن. هيءَ آخري داءُ ٿا لڳايون. مون چيو خالي پولي سمجهن، باقي ڪم پاڻهي قدرت ڪندي." اسان کي مڙيوئي ڪجهه وقت سهڻي رفاقت ڪهندي

هئي، باقي وڏي ڪين ڪونہ اچٿو هو. سو، انتهائي شيڪسپيئرين ٻولي ۾ چيو سان، ”محترمائون، جيڪڏهن اوهان کي انگريزي اچي ٿي ۽ منهنجي ٻولي سمجهو ٿيون تہ اچو. اسان دعوت ٿا ڏيون، ڇا اسان کي رفاقت جو اعزاز بخشينديون؟“ اهو ٻـڌي هنن وڏي ٽهڪ يو ڇڏي ۽ اڳتي وڌيون.

سون سنظور کي چيو، ”اِلي توکي ٽرنٽي ڪاليج آف ڪيمبرج واري ٻولي ڳالهائڻي اٿئي، گهڻا ڏينهن تو ٻہ ٽيليويزن تي اداڪاري ڪئي آهي-

ٻوءِ سمورا آداب لاهي هٿيارن ونگيان استعمال ڪري، پاڻ کي ۽ منظور کي متعارف ڪرايم. وڏي ٢٣- ٢٤ سالن جـي هئي، نالو تانيا هئس. سياس گرل هئي ۽ ٽيڪسي ڊرائيور جي زال هئي. انگريزي پڙهيل هئي، تنهنڪري اسان جي ٻولي ٻہ هلي. ننڍيءَ جو نالو ساشا هو ۽ صرف روسي ايندي هئس تنهنڪري ڪچهري ۾ تانيا کي مترجم ٿيڻو پيو.

اسان جي آڇ تي، ٻنہ هنن پنهنجي ڪاڏي ۽ شمپين اسان جي ٽيبل تي... ڪچهري ۾ گپ شپ ڪانهوءِ اتان جي عورتن جي زندگي جي رهڻي ڪهڻي بابت معلوم ڪيو. ريسٽوران بند ٿيڻ واري هئي، ۽ اسان انهيءَ ڪچهري کي ڊگهو ڪرڻ ٿي چاهيو. تنهنڪري شمپين ۽ ٻيون ڊرنڪس وٺي پنهنجي ڪمري ۾ ٻيهڻ جـي آڇ ڪئي سان هنن ٻہ انڪار نہ ڪيو. اسان کي ٩ روبلس جـو ڏنڊو ضرور لـڳو ٻر ههڙي ڪچهري لاءِ اها ڪا رقم ڪانہ هئي. هـو مـشرقي عـورتن وانگيان تمام آداب پسند، محتاط ۽ ڪچهريءَ جون ڪوڏيون هيون انهيءَ حد تائين جو اسان هڪٻئي سان ايڊريسون ٻہ ٻـدلايون. البتہ عورتن جي بين الاقوامي عادت ضرور هئن ۽ ٿوري ٿوري دير بعد پرس سان آئينو ۽ روج ڪڍي پاڻ کي ٺاهين، موڪلائڻ وقت تہ ذري گهٽ پورو ميڪ اپ ڪيائون.

# ماسڪو ريڊيو ۽ ٽي وي

اسان جي ميزبانن اهو ضروري سمجهيو ته اسان جا سوويت يونين بابت رايا معلوم ڪن ته سندن ملڪ ڪيئن آهي يا اسان کي دوري ۾ ڪا تڪليف ٿي، يا ھي ته اسان کي سندن ملڪ ۾ ڪهڙي ڳالهه وڻي ڪهڙي نه وڻي. سو به اسان کان پنهنجي ٻر ۾ ٻڇن ها. مورڳو ڪٿي ريڊيو اسٽيشن تي گهرايائون ته جڳ ٻڌي. اسان به خوش ٿياسين ته انهيءَ بهاني عظيم ملڪ جي ريڊيو اسٽيشن تـه گهمون ۽ اسان جا آواز دنيا جي هن طاقتور ترين ميڊيم ويو ماست تان دنيا جا ماڻهو ٻڌي سگهن.

ماسڪو ريڊيو اسٽيشن تي به داخلا جو طـريقو ساڳيو جيڪو تاشقند ريڊيو اسٽيشن تي. ريڊيو ماسڪو جو ايشيائي سيڪشن شهر ۾ ني هڪ عمارت ۾ قائم آهي. هن سيڪشن ۾ ايشيا جي سمورين مکيه ٻولين جا پروگرام نشر ٿيندا آهن. اهي ٥٠٠ ڪلوواٽ جـي ميڊيم ويو تي نشر ٿين. انتهائي طاقتور هئڻ ڪري شارٽ ويو تي نشرڪرڻ جي ضرورت ناهي. پاڻ وٽ پاڪستان ۾ بنا ڪنهن تڪليف جي ٻڌڻ ۾ ايندو آهي.

پاسون ڊيڪارٽ ڪان پوءِ، اسان جو نشرياتي ميزبان اسـان کي نن آيو. هو هڪ روسي باشندو هو، جيڪو ٣ سال کن پاڪستان ۾ رهي ويو هو. حيدرآباد به آيو هو، ڏاڍي ڪچهري ٿي. اوپاريون لهواريون ڳالهيون ڪندي گهريل اسٽوڊيو تائين پهتاسين. هو همراهه اردو چڱي ڳالهائيندو هو تنهنڪري پٽي ڪنهن انٽرويو ڪندڙ جي ضرورت نـه پئي. اناؤنس پروڊيسر سڀ ڪجهه پاڻ هو. واري واري تي اسان جا

تاثرات رڪارڊ ٿيا. منظور ته ريڊيو ۽ ٽي وي جو ماڻهو هو، مان به ريڊيو تي هريل هئس. محسوس ڪيو ته عبداللطيف عباسي يا بخاري صاحب بوٿ ۾ ويٺل آهن. عورتون ڀاڄ وٽ صرف انائونسمينٽ ڪنديون آهن ۽ اتي ڪنسول ڪان وٺي ايڊيٽنگ، ڊبنگ ۽ مڪسنگ سڀ ڪجهه ڪن. تمام تيز ۽ چست.

جيئن ڀاڄ وٽ ٽيندو آهي ته اشارن تي ٽاڪر يا فنڪار ڳائي، ڳالهائي ۽ بند ڪري، تيئن اتي به اشاري بازي تي ماڻهو هريل، اسٽيشنز اندر ٽيڙ مڙيئي ساڳيا ڀاڄ جهڙا. البت فرق اهو ته ڀاڄ امپورٽ ڪندا آهيون ۽ هو پنهنجا ٺاهي استعمال ڪندا آهن. اسٽوڊيو وڏا، ڪنسول به وڏا، رڪارڊنگ ۽ پلي بيڪ ٻئي ٻئي ڪن. ويهي صرف انائونسمينٽ ڪن. ٽاڪر لاءِ بوٿ شاهي. چاهي تقرير هجي يا ڳانو، آرڪسٽرا هجي يا ڊوئيٽ، رڪارڊنگ اسٽيريو فونڪ ٿيندي. ٽي ٽي مائيڪ لڳا پيا آهن. مون کي حيدرآباد واري اسٽيشن ياد اچي رهي هئي ته ٽاڪ بوٿ هڪڙي، پوءِ پڻ پڻ پروڊيسر، هڪ مائيڪ تي آسرو رکيا ويٺا آهن، پوءِ منٽن جو ڏڪاءُ پيو لڳي.

اسٽيريو نوفڪ هئڻ ڪري، آواز جي ڪوالٽي تمام سٺي ٿئي انهيءَ ڪانهوءِ رڪارڊنگ ڪرڻ وقت فلٽر بہ ڪندا ويندا آهن. ٽيپ جون ڊسڪون وڏيون، پنهنجي وڏي اسپول جيتريون ڏيڍ ڪلاڪ ته پڪو پروگرام پري سگهجي ٿو

اتي ئي اسان کي هڪ بنگالي ساٿيو جيڪو اتي انجنيئرنگ پڙهڻ ويو هو. هڪ مدراسي به مليو. هو ٻئي اڙدو به ڪجهه ڳالهائي سگهندا هئا، پر اتي بنگالي ۽ ڪاڊي زبان ۾ پروگرام پروڊيوس ڪندا هئا. روسي تمام سٺي ٽي ڳالهايائون. خبرون چارون پڇيوسين. ٻڌايائون "روسي ٿٺا سڪون ته ڪم ٿئو هاي" پتو پيو ته لائيو پروگرام ورلي ڪو نشر ٿئي نہ ته هر پروگرام رڪارڊ ڪيل، انهيءَ مان هنن جي اڳواٽ پلاننگ ۽ سائينٽفڪ هئڻ جو اندازو ٿئي ٿو.

صبح جو پهر هو، تنهنڪري پروڊيوسر پنهنجن ٽيلينٽس کي وٺي آئوٽ لائينس طي ڪري رهيا ها. تقريرون، حالات حاضره، ڊراما، ميوزڪ سڀ سيڪشن ڌار، ۽ انهن جا صاحب به ڌار. ڀاڄ وارن وانگيان نہ

تہ هڪ پروڊيوسرکي ٣٠٣ سيڪشن. پوءِ ڪوالٽي ٿئي نہ ٿئي، ڪوانٽٽي تہ ٿيندي.

نشرياتي برادري جي هڪ ڳالهہ مون کي وڻي تہ پئسن جي ادائگي ترت. اها بہ روڪ. پاڻ وٽ بہ ڪن ڏينهين معاوضو اوڏيءَ سهل نہ ڪنش ملندو هو پر پوءِ ڪن خدا ترس بندن جي افعالن جي ڪري هاڻي چيڪ ۾ تبديل ڪيو ويو آهي. تقريرون رڪارڊ ٿيون تہ اسان کان ووچرن تي صحيحون وٺي ڪٿي لفافا ڏنائون.

ريڊيو اسٽيشن جو ذڪر نڪتو آهي تہ ٽيلويزن جو ذڪر بہ ڪندو هلان. ٽيليويزن اسٽيشن تہ سموري روس ۾ چار وانگيان پکڙيل پر ماسڪو جي ٽي وي اسٽيشن وڏي مصروف آهي. پروگرامن ۾ گهڻو توجہ سماجي ضرورتن، اخلاقيات، ٻارن جي صحيح نيپاج، جسماني صحت، تي ڏين. تعليمي پروگرام ڏاڍا اثرائتا. ٻارن جي لاءِ نشرياتڪي وڏي اهميت ڏين ۽ هنن جي پروگرامن ۾ گهڻو ڌيان علم، ۽ هنن جي اخلاق کي بنائڻ تي هوندو آهي. راندين کي ڪوريج گهڻو ڏين. سنسني خيزيت ۽ وهمي ڳالهين کان پاسو ڪندا آهن. سماجي طور طريقا ۽ سوشلسٽ نظريہ ۽ پرچارڪ ڊرامن کي ترجيح ڏيندا آهن.

ٽي وي پروگرامن ۾ هڪ ڳالهہ خاص نظر آئي تہ سمورا پروگرام ڪٽ ٿو ڪٽ نہ، پر هڪ سين ٻئي ۾ ڊزالو Dissolve ڪرڻ سان ڏاهيندا آهن. پاڻ وٽ صرف ميوزڪ جا آئٽم هڪ ٻئي ۾ ڊزالو ٿيندا آهن، نہ تہ گهڻو ڪري ڪٽ ٿو ڪٽ هلندا آهن.

سڀ کان حيرت انگيز ماسڪو جو ٽي وي ماسٽ آهي. هو دنيا ۾ سڀ کان اوچو ٽي وي ماسٽ آهي. پري کان ڪر ڪنيو پيو نظر ايندو.

خلاباز جي ياد ۾ کڙو ڪيل يادگار کان ٿورو پري، رستي جي هڪ طرف ٽي وي اسٽيشن آهي ۽ ٻئي پاسي ٽي وي ماسٽ آهي ڪل ١٨٣ ميٽر بلند آهي. چڱي خاصي آمدني جو ذريعو آهي، ڇاڪاڻ تہ روسي توڙي غير راسي هر وقت هتي گهمندي نظر ايندا. سياحن کي ماسٽ جي اڌ تائين وڃڻ جي اجازت آهي جتي سيمنٽ ۽ رڪ

جو ڊانچو پورو ٿئي ٿو. اتان کان ٿي ڊاتوءَ جو ڪم آهي، جتان پروگرام برقي لهرين کي ڇڏي ٿو. هن اڏ تي هڪ ريسٽوران پڻ آهي. بهڻ سان سمورو ماسڪو پيرن هيٺان ٿو لڳي. ڪريملن، ماسڪو ندي، ڪاميابين جي نمائش، يونيورسٽي سڀ هڪ نظر ۾ سمائجي ٿا وڃن. ايترو مٿي جو مون تصوير وٺڻ جي ڪوشش ڪئي ته به چار فرلانگ پري ٿائين ته فريم ۾ ڪانه ٿي آئي. مون کي لنڊن وارو پوسٽل ٽاور ياد اچي رهيو هو. اتي به اٿين ٿي آهي پر اهو گهٽو ننڍو آهي، هن ٿي وي ماسٽ ۾ تعميري حسن به تمام گهٽو آهي.

## اي- پي- اين

اسان کي پنهنجي ميزبان اداري اي پي اين به وٺتو هو. هي به انهيءَ ساڳي گورڪي اسٽريٽ تي آهي. گورڪي اسٽريٽ، وال اسٽريٽ ۽ آڪسفورڊ اسٽريٽ وانگيان خالي ناپي ۾ گهٽي آهي، باقي پنهنجي سهراءِ وي کان پيٽي ۽ ٽرئفڪ جي لحاظ کان مصروف.

اي پي اين جي عمارت، پراڻي روايتي انداز جي عمارت آهي. پاهران، رومن انداز تعمير جي مختلت ديو سالائي ڪٿائن جا ڪردار درن تي لڳل؛ جيئن تقسيم کان اڳ هندو جاين تي هٺندا آهن. هي ادارو ١٨٣ اخبارن ۽ رسالن کي مواد پهچائيندو آهي. اٽڪل ٥ هزار ملازمن تي ادارو آهي. اي پي اين، سوويٽ يونين ۾ اهوئي ڪردار ادا ڪري ٿي، جيڪو پاڪستان ۾ انفرميشن کاتو

ڪندو آهي، هو ملڪ جي پاليسي ۽ بين الاقوامي لڳاپن ڪي ڌيان ۾ رکي خبرون فراهم ڪندي آهي. سرڪاري ترجمان جي حيثيت ۾ ڪم ڪندو آهي. اوهان عام طور اخبارن ۾ پڙهيو هوندو تہ اي پي اين جي هڪ مبصر هيئن راءِ ڏني آهي، اهو هن ڪري جو اي پي اين کي سوويت يونين ج.و آواز ئي سمجهيو ويندو آهي. تاس خبر رسان ايجنسي، آهي پر اي پي اين جي ذمي ڪتابن جي اشاعت، رسالن ۽ اخبارن کي مواد فراهم، بيئر بڪ فراهم ڪرڻ، پوسٽر ڇاپڻ، چوڻ، سياحن لاءِ رهبر ناما ڇاپڻ آهي. سوويت يونين متعلق ٻاهرين دنيا کي هر معلومات فراهم ڪندا آهن. جنهن ڪري هتي وٽ ماهر، سياسيات جا ڄاڻو، اديب ۽ صحافي سڀ موجود آهن.

هونئن تہ چوندا آهن تہ Jourr a'st is born not made پر سچ پچ سوويت يونين ۽ ٻين ترقي يافتہ ملڪن جي صحافتي برادري ۽ سندن طريقہ ڪار ڏسي اهو پهاڪو غلط ٿو لڳي. ڇاڪاڻ تہ هنن جو چوڻ آهي تہ تربيت، انسان کي بنائي ٿي. مان تہ خود انهيءَ سوچ جو آهيان: ۽ انهيءَ نڪتي تي ڪهڻ مان اختلاف بہ رکندو آهيان. حقيقت ۾ ڏٺو وڃي تہ هي عمل جو زمانو آهي، تجربو، غلطي، درستي ۽ وري تجربو، ۽ انهيءَ آڌار تي قائم ڪيل اصول ڇاپڻ جو زمانو ئاهي. پر تجربيڪار ماڻهن جي تجربن مان فائدو حاصل ڪري قيمتي وقت چو نہ بچائجي. اهي ٢٠ سال ٻاڻ تجربا ڪندي ڇو گذارجن، ٢٠ سالن جو نچوڙ ١ سال ۾ سکي وٺجي. دنيا جي ترقي يافتہ ۽ ٽيڪنيڪي سوسائٽين ۾ اهوئي دستور آهي.

سوويت يونين، ترقي يافتہ سوسائٽي آهي اتي اهي سمورا تصور ۽ پانديا پري پيا آهن. اتي جديد اصولن تي صحافي ڇاپيا ويندا آهن. اتي يونيورسٽي جي مختلف شعبن مان، جن جو لاڙو بين الاقوامي تعلقات، عالمي سياسيات، صحافت ۽ لکڻ سان هوندو آهي، ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي چونڊي اي پي اين يا اخبارن سان اپرينٽس ڪري لڳايو ويندو آهي. انهيءَ سان گڏ، هو پنهنجي ماسٽرس ڊگري ڪري وٺندا. انهيءَ ڪان پوءِ هن کي ڪنهن نہ ڪنهن ٻي شعبي ۾ لياقت ضرور حاصل ڪرڻي آهي. مثال طور ايشيا، پاڪستان، ڀارت، برما يا ڏکڻ اوڀر ايشا. ٽن سالن تائين هن کي اخبار ۾ اپرينٽ شپ

ملندي رهندي، انهيءَ ڪان پوءِ هن جي لاڙي جي مخصوص شعبي ۾ ڪمس رکيو ويندو آهي.

ڳهار ڪم تي مدار رکي. رپوٽر ۽ سب ايڊيٽر هڪ ڪيڊر ۾ آهن. انهيءَ ڪانپوءِ ڪم تي ترقي ۽ اضافو مدار رکي ٿو. ڪم سڀ گڏجي ڪن. پٽيوالا ٽين ئي ڪونه. تنهنڪري پاڻي به پاڻ پيئڻو پوي ٿو. پاڻ وانگيان نه، نه سن ڪرڙي پي ميز تي پئي آهي نه اها به پٽوالو ڪٿي ڏئي نه نه لکڻ پڙهڻ بند، اخبار ليٽ.

سفارش تي ڪم ڪونه ٿين. سفارش ٿيندي صرف تعارف لاءِ، حوالو ڏسبو آهي. پيو ٿيو خير، پاڻ وارا همراه هجن نه يا رلي وڃن يا انهن وانگيان ٿيڻو پوي. اسان وٽ نه اخباري ايجنٽ نمائندو ٿيڻ چاهي نه ضرور ٿيندو، نه نه اخبار نه ڪٿندو. ڪي وري مائٽانا ناتا ۽ ايڊيٽرن تائين سفارشون هلائي خاطو ضرور ٿيندا. پوءِ چاهي افعال ڪهڙ خان جا ڪهڙا به هجن.

سبنگ ڊيسڪ تي به ساڳيو حال آهي مونکي ياد آهي اسان وٽ هڪ اهڙو اپرايڻٽس به هوندو هو جيڪو ٽيليفون تي هر خبر ڏيندڙ کي صرف ”ها استاد“ چئي سگهندو هو، ۽ پوءِ ڳالهه بند. هنن وٽ هر ساٿيو تربيت حاصل ڪري جديد لاڙن، ۽ عالمي حالات کان واقف ٿي ميدان ۾ اچي ٿو ۽ پوري تيزيءَ سان اپري چڪي ٿو.

ملازمت جا شرط قريب قريب پاڻ جهڙا اٿن، پاڻ وٽ نه اچا ڪٿي وڌيڪ بهتر آهن. هنن وٽ هفتي ۾ ٥ ڏينهن ڪم، يعني ڪل ٥٥ ڪلاڪ، جتي اسان پاڪستان ۾ ٧ ڏينهن ڪم، ۽ ٤٢ ڪلاڪ هفتي ۾ ٿئي. ريزڪي موڪلون هتي به ساڳيون پاڻ جهڙيون، البته علاج اتي سيني لاءِ فري، مملڪت جي ذميداري آهي. خبر جي ترسيل لاءِ ملڪ اندر ٽيليفون ڪتب آڻين. ڪاپي ٽيڪر تمام چست ٿين. ڪنن تي ٽيليفون لڳل ۽ خبرون پڙندا تيزيءَ سان ٽائيپ ڪندا وڃن. ٽيليڪس سروس ۽ تصويرون لاءِ واير فوٽو سوري ملڪ اندر ۽ سوري دنيا ۾ پکڙيل، خبرن لاءِ اي پي اين جو پنهنجو چار تمام اثرائتو آهي.

اخبارن ۽ رسالن ڪانسواءِ، اي پي اين، نشرياتي ادارن کي به مواد ۽ ساٿهو فراهم ڪندي آهي. اي پي اين جي لائبرري جنهن کي امريڪي ٻولي ۾ مارگ Morgue چيو ويندو آهي، تنهن ۾ اٽڪل ٩ ملين حوالا موجود آهن جن ۾ دنيا جي قريب قريب هر شيءِ بابت پس منظر ملندو.

# لينن گراڊ:

## حب الوطنيءَ جو نشان

ماسڪو کان پوءِ اسان جي ٻي منزل لينن گراڊ هئي. انهيءَ عظيم اڪٽوبر جي تاليٰ جي هو يان تاريخي شهر، جنهن جديد سوشلزم جي تعمير لاءِ خبر ناهي ڇا ڇا ڪيو.

لينن جي تالي ۽ لينن گراڊ سان ڪئين تاريخي حقيقتون وابسته آهن لينن طبقي واريت ۽ بينڪي قوتن خلاف مظلوم عوام جي جدوجهد کي يڪجا ڪيو ۽ عوامي قوتن جي رهبري ڪئي. پيـه ... لينن گراڊ جنهن پنهنجي ملڪ تـــي ڌارين جـــ ... سي منهن تــوڙ جواب ڏنو. هن شهر جون ٢... ، هن شهر جي ماڻهن جي بهادري جي ساڪـــ ... ـوب جنن لاڳيتو ٩٠ ڏينهــن دشمن ســان جنگ جـوري رکي.

جنگ عظيم هڪ طرف دنيا کي آن ۾ وڪوڙي رهي هئي تہ ٻئي طرف اسان وٽ خلافت تحريڪ جي لاٽ آپري رهي هئي. پين اسلامزم جو عظيم قائد حضرت مولانا عبيدالله سنڌي روس جو دؤرو ڪيو هو. جتي لينن ۽ روسي عوام سندس شاندار استقبال ڪيو هو. انهيءَ ڪانهوءَ ئي مولانا مرحوم چوندو هو تہ آءٌ ڏسان پيو تہ مشرق ڪان هڪ انقلاب اپري رهيو آهي جيڪو نيٺ سڄي ڪي وڪوڙي ويندو. جنهن جي ابتدا لينن ڪئي هئي، لينن گراڊ انهيءَ انقلاب جو مرڪز آهي.

ماسڪو کان ڪو ۸۰۰ ڪلوميٽر پري، نزلنبڊ جي پر ۾. فنلنبڊ جي اپسمنڊ جي ڪناري تي اهو سفر اسان ريل ۾ ڪيو جنهن سراسري سادا ۷ ڪلاڪ ڪن ڪيو.

اها خاصي رفتار آهي. هونئن اهو پنڌ عمومي طور ڪن ڏينهن ۱۳ ڪلاڪ وٺندو هو، پر هاڻي سادا ۷ ڪلاڪ ڪن لڳن ٿا، هڪ تيز رفتار گاڏي سادا ۵ ڪلاڪ وٺي ٿي. هڪ ڳالهہ ڪندو هلان تہ سوويٽ يونين ۾ ريل جون پٽڙيون انڪل ۱ لک ۲۰ هزار ڪلوميٽر آهن جن مان ۳۵ هزار ڪلوميٽرن تي بجليءَ سان ريلون هلن، باقي ڪارين ڪوئلي يا ڊيزل وارين انجڻين سان. بجلي چاڪاڻ تہ هتي جام ٿئي، تنهن ڪري هر سال ڊيزل تي هلندڙ پٽڙين مان ۱۲ سو- ڏيڍ هزار ڪلوميٽرن ڪي بجلي تي ڪيو ويندو آهي. هونئن هتي بجلي تي هلندڙ گاڏين جي ڊيگهہ، دنيا جي بجلي واري پٽڙي جي ٽئين حصي ڪان وڌيڪ آهي.

خير، پاٺ وانگيان اتي ۽ ميڪس، فاسٽ ۽ ايڪسپريس آهن. رات جو عام طور ايڪسپريس گاڏيون مکيہ شهرن جي درميان هلن، باقي ڏينهن جو گاڏيون، پاٺ وارين پسينجر گاڏين وانگيان هلن، حيدرآباد ڪان وٺي لاهور تائين، مرڙائي، راهوڪي، اڏيرو لعل، هرهڪ اسٽيشن تي بيهن؛ جيئن مسافر پنهنجي سهولت مطابق لهي ۽ چڙهي سگهن. انهن نہ آهي تہ واضح حڪمن جي باوجود، سون ڪيبرن ۽ مٽيارين تي بهن ڪونہ ڏو سڪرنڊ ۽ مورو. اهڙن ٺريڪٽ ريل ۾ چڙهندڙن لاءِ ايڪسپريسون. اهي ۽ جام. گهٽو



ماسكو، وۋندۋ رستا ۋ اوچيون جايون.



نوادرات جو مرڪز هرمتاش



سماري جو محل.

ڪري رات جو. پر هن سهولت سان ته رات جو ماڻهو ڪم ڪار لاهي گاڏيءَ ۾ چڙهي صبح جو پنهنجي ماڳ. وات تي ننڊ به ڪندو وڃي.

اتي هر سيٽ بڪ ٿئي. سمهڻ جي سهولت، هر ڀوڳيءَ ۾. گاڏا پنهنجي تيزگام جي ايئرڪنڊيشنڊ ڪمپارٽمينٽ جهڙا. گاڏي ۾ اندر ٻن ماڻهن لاءِ ڌار ڌار ڪيبنون، سمهڻ واري برٿ تي بسترو وڇيل، ٻه ٽوال ٽنگيل. ريڊيو موجود، اجها چاڪيي. اوهان کي خالي ٽڪيٽ وٺڻ ۾ سمهڻو آهي.

هر ڪمپارٽمينٽ لاءِ الڳ گارڊ. دستوري بڪنگ وغيره کان سواءِ، صبح ٿيندو ته جيئن جاڳندن ڪوئلن تي ٺهيل چاءِ ڏاهيندو. ٦٠ پئسا ڏيئي چاءِ پيئو. ريل ۾ ريسٽوران موجود، جتي وڃڻ لاءِ پليٽ فارم تي لهي وڃڻ جي ضرورت ناهي. چاڪاڻ ته ريل جو هر ڊبو ٻئي سان ڳنڍيل آهي، تنهنڪري اندران ئي اندران ڏي ريسٽوران ۾: بلڪل ائين جيئن اسان هالي ووڊ جي فلمن ۾ ڏسندا آهيون ته ولين ڏوهه ڪري هڪ ڊبي کان ٻي ۾ وڃي پناهه وٺندو آهي.

ريل اندر ريڊيو. سياحن لاءِ ڌار پروگرام هلندو آهي. گاڏا تمام صاف سٿرا، هر انچ قالين سان ڍڪيل، درين تي خوبصورت پڙدا، ڪپڙن ٽنگڻ لاءِ هئنگر. پنج ئي آڱريون برابر ته ناهن، پر آءٌ پانيان ٿو ته جيڪڏهن اهي سهولتون هتي موجود هجن ته ماڻهو ٽوال ۽ هئنگر به نه ڇڏين. پيون شيون ته ڀريائين ٽڳائين.

لينن گراڊ اسٽيشن پنهنجي روهڙي اسٽيشن جيتري. هونئن ته هر مسافر پنهنجو سامان ڍوئڻ تي هريل آهي، پر قلي به موجود، جيڪي صرف ڳري وزن وارا سڏيندا آهن. قلي به بار ٻئن تي ڪونه کڻن. هٿ گاڏيون اٿن، جيڪو في ڦيرو ٣ روبل جي حساب سان پليٽ فارم تان، ٻاهر ٽيڪسي اسٽئنڊ تائين پهچائين. اگهه مقرر. گهٽي وڌ وٺان نه ڪن. نه وري اهو ته گاڏي ايندي ئي مسافرن کي جهٽيو وڃن. ٻري بيٺا هوندا جنهن جي مرضي هوندي اهو ٻالهي سڏيندو.

لينن گراڊ جي اسٽيشن ٻاهران ٽيڪسي اسٽئنڊ تي ڀيتاسين تہ ڊگھي قطار. اهو تہ مون عرض ڪيو آهي تہ ٽيڪسي سوويت يونين جي وڏن شهرن ۾ وڏو مسئلو آهي. ماڻهو گھڻا ۽ صبح جو هر ڪو ڊيوٽي تي پهچڻ لاءِ تڪڙ ڪندو. ٻاهران ماڻهو بہ ڪم ڪار واسطي ايندا آهن، بس پوءِ تہ وٺ وٺان. ٽرامون، بسون، ريلون ۽ ٽيڪسيون پوري نہ پون. اسان جي لائين ايڏي ڊگھي هئي جو انهيءَ مقرر جاءِ ۾ پوري نہ ٿي ٿي تنهنڪري مڙي انگريزي اکر يو U وانگيان ٿي آئي. ائين بہ ناهي تہ ٽيڪسي آئي تہ جيڪو ڊوڪي وڃي اڳتي وڌي، سو چڙهي. پنهنجي صدر يا بولڻ وانگيان ٿئي ٿي ڪونہ. هتي ٽيڪسي اچي اسٽئنڊ تي بيٺل ڪنڊڪٽر کان پنهنجو وچر صحيح ڪرائيندو ۽ هر مسافر واري سان چڙهندو. اسان کي پنهنجي واري اچڻ لاءِ اڍائي ڪلاڪ انتظار ڪرڻو پيو، تڏهن ئي ٽنگون سڪي ويون.

لينن گراڊ، ماسڪو کان ننڍو، پر تمام خوبصورت شهر آهي. آبادي ماسڪو کان اڌ جيتري يعني ۵۰ لکن جي لڳ ڀڳ. تاريخي لحاظ کان هن جي اهميت تمام گھڻي آهي. عظيم پرولتاري انقلاب عملي صورت هتان ئي ورتي. ان کان پوءِ ٻي جنگ عظيم ۾ پوري دنيا ۾ نازي فوجن جو مقابلو هن شهر ڪيو. اهو تہ اوهان کي ياد هوندو تہ نازي فوجن ۲۰۰ ڊويزن فوج سان سوويت يونين تي حملو ڪيو هو ۽ بمباري جي وقت ۲۰۰-۲۰۰ جهاز گڏ حملو ڪندا هئا. لينن گراڊ تي نازي حملو سيپٽمبر ۱۹۴۱ع ۾ ڪيو هو ۽ جنوري ۱۹۴۳ع تائين، ڪل ۹۰۰ ڏينهن گهيرو ڪيو ويٺا هئا. هو ايترا تہ ظالم ها، جو هنن لينن گراڊ کي بکيو، تڙ ۾ ٻي يار و مددگار ڪري مارڻ چاهيو. تنهنڪري هنن سموري لينن گراڊ کي سمجھو تہ لوڙهو ڏيئي، سمورو پيغام رساني، پهچڻ جا رستا، ريلون جهاز راني جا ذريعا سمورا بند ڪري ڇڏيا هئا. صرف هڪ واٽ لئڊوگا ڍنڍ وارو ڪليل هو، پر اهو بہ ڍنڍ جي برف ۾ بدلجڻ ڪري بند ٿي ويندو هو، ۽ لينن گراڊ جي شهرين توڙي فوجين لاءِ صرف هوائي رستو کليل هو. پر شاباس آهي، هنن باهمت شهرين ۽ فوجين کي، جن انهيءَ جو مقابلو ڪيو ۽ نيٺ هنن جي ۵۰ ڊويزن فوج کي تباهہ ڪري دڪالي ڪڍيو.

لينن گراڊ جي شهر ۾ گهمندي، هنن عظيم شهرين ۽ فوجين کي سلام ڪندي، دل نٿي رهي. جڏهن نازين لينن گراڊ جا سمورا رستا، گهٽ بند ڪري ڇڏيا ۽ اهو انتظار ڪري رهيا هئا ته اجهو ٿا شهري بک مرن يا انهيءَ ڊپ ۾ اسان وٽ پيش پون؛ پر ڏسندي ڏسندي، شهرين مان ١ لک ٦٠ هزار شهري اڳتي وڌيا ۽ مادر وطن جي تحفظ لاءِ پاڻ کي وڙهڻ لاءِ پيش ڪيو. اهو تعداد سٽ تي وڌي ٥ لک تي ويو.

مرد جڏهن مکيه محاذن تي وڙهي رهيا هئا، عورتون ڪارخانن ۽ اسلح ساز فيڪٽرين ۾ ڪم ڪري رهيون ۽ پوڙها وري گهرن ۽ آفيسن جي نگراني ڪري شهري محاذ تي صف آرا هئا. شهر جي وچ مان لنگهندڙ مشهور ندي نيوا جي بندرگاهه تي "ارورا" بحري لنگهه کي محفوظ ڪيو بيٺو هو ۽ گهٽين ۽ گهرن جي ڇتين تي روسي جوان نازين جي نشانن کي مسوڙڻ ۾ مشغول هوندا هئا. اهو هنن ماڻهن جو جذبو ۽ همت هئي، جو لينن گراڊ کي مثل بنائي، فاتح ٿي گهڙڻ جي آس رکندڙن کي برلن جي ريشتاخ تائين هٽڻو پيو.

لينن گراڊ ۾ عمارتن ۽ ديوارن تي اسان کي انهيءَ گوليبازي ۽ بمباري جا نشان اڃا نظر آيا. هڪ پراڻي مينشن جي گهٽيءَ ۾ اڃا روسي زبان ۾ اها عبارت چٽي نظر اچي ٿي ته:

"شهريو، شهر تي شيلنگ جي وقت، گهٽيءَ جو هيءُ پاسو تمام خطرناڪ آهي."

لينن گراڊ جي ماڻهن جي بهادري ۽ شهرين جي فرض شناسي هن مان ظاهر آهي ته جنگ جي خاتمي تي ١٣ لک ماڻهن کي مختلف ايوارڊ ۽ تمغا مليا. انهن بهادرن جي ياد ۾ هنن ته پنهنجا گيت ڳايا پر اها بهادري عالمگير حيثيت اختيار ڪري ويئي. خود ١٩٦٥ع جي جنگ ۾ اسان جي گيت نويسن لاهور کي، پاڪستان جي لينن گراڊ سان ياد ڪيو هو.

لينن گراڊ جي تاريخ جاگرافي ڪجهه هن ريت آهي ته هي صرف ٢٧٠ سال پراڻو شهر آهي. پر انهن پوڻن ٽن صدين ۾ هيءُ

شهر تمام وڏيو ۽ ويڇهيو آهي. بالٽڪ گلف جي ڪناري تي مشهور نيوا ندي هن شهر جي وچ مان لنگهي ٿي. شهر جو گهڻو روسي انداز تعمير جو آهي، جاڪاڻ تہ انهن ڏينهن روسي ماهر تعميرات ۽ فنڪارن جي لاءِ لينن گراڊ وڏي ڇڪ رکندو هو.

روايتي پراڻيون جايون، اتي موجود آهن. وڌندڙ آبادي جي لحاظ کان روزانہ نيون جايون ٺهنديون رهن ٿيون جن ۾ ڍهندڙ جاين جي باشندن کي منتقل ڪيو ويندو آهي. انگن اکرن ۾ دلچسپي رکندڙ دوستن جي لاءِ عرض تہ تعمير جي رفتار هينئر ايڏي تيز آهي جو هر روز ڀہ نوان بلاڪ، هر ڏهين منٽن هڪ نئون فليٽ شامل ڪيو ويندو آهي.

شهر جي ٤٢ تعليمي ادارا، ٨٤ خصوصيت وارا سيڪنڊري اسڪول آهن جن ۾ ٣ لک شاگرد هروقت پڙهندا آهن. اڄ جي لينن گراڊ ۾ ١٣٠ پهلز يونيورسٽيون مختلف شعبن ۾ شاگردن، استادن، ماهرن ۽ محققن لاءِ اڀياس جا مرڪز بنيل آهن.

انقلاب کان اڳ روس ۾ ٻن ماڻهن جا نالا تمام عزت سان ورتا ويندا آهن: هڪ پيٽراعظم ۽ ٻيو آئون اعظم. لينن گراڊ پيٽر اعظم جي نالي پويان قائم ڪيو ويو هو. پهرياڻين هن کي سينٽ پيٽرس برگ ڪري سڏيو ويو، جنهن کان پوءِ پيٽرس برگ ۽ هينئر لينن گراڊ. لينن گراڊ جي پر ۾ هڪ ٻيو شهر پيٽرو گراڊ قائم آهي.

لينن گراڊ ۾ تاريخي جاين ڏسڻ جي لاءِ سڀ کان مکيہ هرمتاش Herimitage آهي- يعني گوشو يا خانقاهہ هي پيٽر اعظم جو محل آهي. دراصل پيٽراعظم جا ٻہ محل آهن: هڪ لينن گراڊ ۾، ٻيو بالٽڪ سمنڊ جي ڪناري تي فوهارن جو محل يا سياري وارو محل. لينن گراڊ وارو محل، جيڪو هينئر هرمتاش سڏجي ٿو، دنيا جي فنون لطيفہ ۽ آڳاٽين شين جو بي مثال عجائب گهر آهي- هيءَ محل پيٽر اعظم ۽ ملڪہ ڪيٿرائين جي فنون لطيفہ سان بيحد محبت ڪري وجود ۾ آيو. هو ٻئي مصوري جا وڏا ڄاڻو، ڪوڏيا ۽

ائنٽڪس جا دلداده هئا. هنن ان وقت نه صرف پاڻ دنيا ۾ موجود نوادرات جمع ڪيا، پر جڳ مشهور مصورن کي گهرائي، وهاري مصوري ۽ مجسمه سازي جا عجيب نمونا ٺهرايا. هرمتاش محل، فن تعمير جو هڪ انوکو نمونو آهي. روسي ماهر تعميرات جي ڪارناما هئڻ ڪري، هن جي هر ڪماني، ڪانس، ٿنڀو، مجسمو، سر ۽ باردر روسي انداز ظاهر ڪري ٿو. خاص ڪري، چتن تي آکر ۽ مجسمن جو ڪم، وچٿين دؤر جي فن جو نادر نمونو آهي.

شاهي خاندان، هن محل جي هڪ حصي ۾ مصوري ۽ ائنٽڪس جا نمونا رکايا ۽ باقي ۾ شاهي رهائش ٿيندي هئي. شاهي خاندان خاص ڪري ملڪه ڪيٿرائين انوقت فرانس، اٽلي، جرمني، جزائر، مصر، بابل ۽ نينوا، خبر ناهي ڪٿان ڪٿان جا نوادرات گهرائي، سگهڙائي سان هتي رکيا. هن وقت محل جي هڪ هزار ڪمرن ۾ اٽڪل ٣٠ لک شاهڪار موجود آهن. اڪٽوبر انقلاب کان اڳ هيءَ نوادرات ۽ آرٽ جون شيون، صرف شاهي خاندان يا پاهران ايندڙ شاهي مهمانن جي ڏسڻ لاءِ هونديون هيون. روس يا ٻي دنيا جي ڪنهن عام ماڻهوءَ جي ڏسڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. انقلاب ڪانپوءِ شاهي خاندان جون شيون، هن جي استعمال جي شين، هن جي نوادرات کي عجائب گهر ۾ استعمال ڪري، عام ماڻهوءَ لاءِ کوليو ويو آهي ۽ اڄ هر روز اٽڪل ٢٠ هزار ماڻهو هرمتاش کي ڏسن ٿا.

هرمتاش کي ڏسڻ لاءِ گائيڊ مقرر آهن. چاڪاڻ ته انهيءَ کانسواءِ هيءُ محل ڏسي ۽ سمجهي نٿو سگهجي؛ خاص ڪري رستو پلجڻ ته ڏاڍو سولو آهي. ٻين لفظن ۾ موسل وارو ڪاڪ محل آهي. هڪ گهمرو گائيڊ نظرن کان گم ٿيو ته وري ملڻ محال آهي. اوهان جو نکرڻ ته محال نه، البته نکرڻ مشڪل آهي. هر زبان لاءِ گائيڊ، ٽريول ايجنسيون ڪنديون آهن. هونئن ته انگريزي زبان ۾ سٺو گائيڊ ته ملڻ مشڪل آهي پر اسان جا ڀاڳ سٺا هئا جو اسان کي هڪ بيلو رشين ڇوڪري ملن جي ي انگريزي، صاف سٺي ۽ برطانوي لهجي واري هئي، ڪلٿي، رلٿي ملٿي ۽ نالو به تمام روماني- اولگا- نديءَ جي نالي پوياد. اٿين ڪٿي سنڌي ۾ سمجهو ته سنڌو.

اتان جي گائيڊن کي هزارين سامان جو تفصيل، برزبان ياد. هر تاريخ جاگرافي انگن اکرن سان منٽ ۾ طوطي وانگيان پڙهيو وجو هار پون.

هرمتاش جو سير انهيءَ ڪمري کان شروع ٿئي ٿو، جتي ۲۷ آڪٽوبر ۱۹۱۷ع تي صبح جو ۱۰ لڳي ۲۰ منٽن تي صوبائي ڪابينہ کي گرفتار ڪري ڇڏيو ويو هو. انهيءَ ڪمري ۾ سڀيو سامان اڳينئي آراستہ ڪري رکيو ويو آهي جيئن انهيءَ تاريخ ۽ وقت تي هو. ڪمري ۾ رکيل گهڙيءَ کي بہ ۱۰ لڳي ۲۰ منٽن تي بيهاريو ويو آهي.

هرمتاش جي هڪ حصي ۾ شاهي خاندان جي رهڻي ڪهڻي، سمهڻ وارا ڪمرا، وهڻ وارا ڪمرا، صلاح مشوري جا ڪمرا ۽ نظاري ڪرڻ وارا حصا شامل آهن. جيئن پاڻ وٽ حويلين يا وڏيرن جي بنگلن ۾ نماز پڙهڻ لاءِ ڪروٽ ٺهيل هوندي آهي، تيئن هتي ۾ بہ هڪ ننڍڙي چيپل، جنهن جي ڇت تي سون، چانديءَ جي پاڻيءَ سان مسيحي انداز جا مجسما نهايت خوبصورتي سان ٺهيل آهن.

ٻئي حصي ۾ انٽڪس رکيل آهن جن ۾ پهرين روسي جهاز ڪانوڻي، روسي انداز جون سموريون پراڻيون ۽ تاريخي شيون ڏيکاريل آهن. هنن ۾ ڪتب آيل مختلف وقتن تي هٿيار، هار سينگار جا زيور، ڪپڙا سڀ ڪجهہ ڏيکاريل آهن.

هرمتاش جو ٽيون حصو مصوري تي مشتمل آهي ۽ سڀ کان دلچسپ آهي. هن ۾ مجسما بہ آهن. فنون لطيفہ جي شاگرد لاءِ هن کان وڌيڪ ڪا بهتر درسگاهہ ناهي. تصويرون ۽ مجسماڻيترا ۽ اڻلڀ آهن جو ڏسندڙ پاڻ کي هڪ اڻ کٽ سمنڊ ۾ سمجهي ٿو. ڏسندڙ ٿڪجي پونديون ۽ تصويرون ڪنديون نہ. آخر هنن بہ تہ سموري دنيا جو خزانو جمع ڪيو آهي. ذرا اندازو ڪريو تہ پوري دنيا ۾ عظيم مصور ليناردو ونشي جون ۸ تصويرون آهن جن مان ۲ صرف هن ميوزيم ۾ آهن. اسان کي گائيڊ پڙهايو تہ گذريل سال اها ڳالهہ متنازع ٿي تہ آيا اهي ليناردو جون تصويرون آهن يا نہ. سڄي دنيا جا محقق آيا

جن وڏي کوجنا کانپوءِ اهو فيصلو ڏنو ته اهي ليناردو جون تصويرون آهن. ليناردو جي مشهور اصلي حالت ۾ سونکي اتي ڏسڻ نصيب ٿيو.

مشهور مصور ۽ تجريدي فن جي باني پڪاسو جون انڪل ڏيڍ سؤ تصويرون اتي هڪ هنڌ ڏٺم. سوريلزم ۽ امپريشنزم جو ته شعبو ئي ڌار آهي. روبنس، روبال، گريشيون جون عظيم تصويرون به اتي نظر آيون. اندازو ڪريو ته روبنس جي ڪليڪشن ايتري اٿن جو هڪ هال، صرف هن لاءِ ئي مخصوص آهي.

مجسمن ۾ بوتلن ۾ ٺهيل منجرس ڪسان وڏي، ڊيوڊ جا برانز مجسما سڀ هتي موجود.

جيتوڻيڪ ٽڪڙ سان گهمڻ ۾ به چار ڪلاڪ لڳيون وڃن، پر اهو ذخيرو اصل ذخيري جو ٽيون حصو آهي. ٻه حصا جاءِ نه هئڻ ڪري هميشه تهه خاني ۾ هوندا آهن. تنهنڪري اهي ٻه حصا واري واري تي هر نمائش ۾ ڏيکاريا ويندا آهن.



# سياري جو محل يا ڦوارن جو محل

جن دوستن "ليلىٰ کي خطوط" ۽ "مجنون کي ڊائري" پڙهي هوندي تن کي بخوبي اندازو هوندو ته اهي ٻئي ڪتاب ڌار ڌار ڪري ڪونه پڙهي سگهجن. يا ته وري ڌار پڙهڻ سان هنن سان

مزو نه ايندو. ساڳي طرح سياري واري محل يا ڦوهارن واري محل کي هرمتاش کان ڌار نٿو ڪري سگهجي. ڦوهارن وارو محل ان ڪري سڏيو ويندو آهي جو هن جي ايوانن ۾ تمام گهڻا ڦوهارا آهن.

لينن گراڊ شهر جي بيهڪ هوندن به عجيب و غريب آهي. نيوا نديءَ ٻن حصن ۾ ورهايل آهي ۽ لينن گراڊ جي هرمتاش اسڪواير کان ڪي گز مٿيرو، ملي هڪ ٿي وڃي ٿي، تمام وڏي ندي، پيٽ پاٽ واري سنڌونديءَ جيئن سانوڻي ۾ ڦوهه ڪنا تار لليا واري تهڻ ڪان نظر ايندي آهي. هوا پوري ساري هٺڻ ڪري، گهٽي چولي ڏسڻ ۾ ڪانه آئي ۽ نه وري ڪنن جو ڪو ڪڙڪو. البته پاڻيءَ جي تڪ گهٽي. پاڻي ۾ گهٽو ڪري ڪاريڙو، چاڪاڻ ته جن ميدانن ۽ جبلن مان وهي اچي ٿي، انهن جي ساخت ڪجهه انهيءَ قسم جي آهي جو پاڻي ڪارانجيو وڃي.

جيئن پنهنجن گدو يا لليا جي پتڻن وٽان ٽڻي ته اچا به اهي ڍونڍڙيون، ٻيڙيون ۽ هنوڙا پيا هلن، هنن وٽ اها هئا. پر هاڻي وقت بدلجي چڪو آهي. هاڻي هنن وٽ جديد سوٽر لانچون ۽ جيٽ آهن. اهو ته اڳ عرض ڪيو اٿم ته هو ٽرانسپورٽ جي هر ذريعي کان ڪم وٺن ٿا، جنهن ۾ نهرون شامل آهن. نيوا وڏي ندي هئڻ ڪري عام اچ وڄ لاءِ سنجهس تيز رفتار راڪيٽ نما لانچون يا هلڪا جهاز هلن، جن ۾ سؤ کن مسافر اچيو وڃن. مال آڻڻ ۽ نيڻ لاءِ وڏا مال بردار جهاز، مال لاهڻ ۽ چاڙهڻ لاءِ وڏيون گوديون. ڪن هنڌن ته ڪياماڙي ڪريڪ ٿي پائيم. بالٽڪ سمنڊ ۾ منهن هئڻ ڪري، ٻي جنگ ۾ وڏو بحري محاذ سنڀاليو هئائين ۽ اڃا تائين هنن جو مشهور جهاز ”ايورا“ اچا بيٺل آهي.

سياري جو محل، بالٽڪ سمنڊ جي ڪناري تي آهي جنهن ڪري نديءَ جي چوڙ مان لنگهي اتي پهچڻو پئي ٿو. عجب منظر هو پاڻ وٽ سنڌو ٿي چوڙن ۾ چوڙ ڪري ٿي ۽ اتي سنڌونديءَ جو جولان سمنڊ جي چولين سان ملندي عجب آواز ڪري ٿو، پر هي خاموشي سان پنهنجي پاڻي ۾ ملي هڪ ٿي وڃي ٿي. سمنڊ ته بالٽڪ

جو نالو آهي پر هيءَ هڪ ڏنڊ آهي ۽ دنيا ۾ سڀني ٻاٽي جو وڏي ۾ وڏو ذريعو آهي، شايد انهيءَ ڪري. باقي ڪهڙي وڏي آهي، انهيءَ ڪري ان ڪي سمنبد سڏيو ويو آهي.

ٻالٽڪ جي ڪناري تي، سياري جو محل هڪ وسيع علائقي تي مشتمل آهي. ساوڪ جي اٺ ڪٽ سلسلي بويان رنگا رنگي گلن جي ٻارين ۾ ڪهريل، چوڙ جي ويڪرن ٽڪرن ۾ اندر ننڍن وڏن فوهارن جو جهرمٽ عجيب سمان پيدا ٿو. هيءُ محل، سياري ۾ شاهي خاندان ڪي ڪتب ايندو هو. محل پن سڪين حصن ۾ ورهايل آهي: هڪ رهائشي محلاتي عمارتون ۽ پيو فوهارن ۽ باغ وارو حصو. محل ڪي ٥ مڪيم لنگهه آهن، ۽ جتان بہ محل ۾ داخل ٿبو، اتان مونين چادرن چڙهيل، فوهارن سان استقبال ٿيندو. هيءُ فوهارا تعداد ۾ سائيڪو ڪن ٿيندا، مگر قطارن ۾ اهڙي طرح رکيل آهن جو سهڻو گلدستو لهي ٿو. هر قطار، سيميٽرڪ انداز سان، وچ ۾ وڏو فوهارو ۽ باقي ننڍا فوهارا چوڌاري. فوهارن جو سنهن سهڻن ۽ مختلف مجسمن جا، جيڪي مختلف تهذيبي ڪردارن جي نشاندهي ڪن ٿا. مڪيم فوهاري جو پاڻي اٽڪل ٣٠ فٽ ڪن اچلي ٿو. هيءَ سمورو پاڻي بالٽڪ مان پنهنجي واڌو واهہ جيتري نهر مان اچي ٿو ۽ نيڪال ٿئي ٿو. فوهارن هلائڻ لاءِ ڪا مشين ناهي، پر ڪو ڪمپريشر سسٽم ڏاهيو ويو آهي جو فوهارن جو نڪتل پاڻي وري فوهارن ۾ اچي ٿو.

رهائشي محل، هرمتاش وانگيان تمام وضع ۽ شاهانہ انداز ۾ ٺهيل آهي. وچئين مڪيم هال ۾ بهي ڏسبو تہ سمورا فوهارا ڏسڻ ۾ ايندا. محل ۾ شاهي خاندان جي ڪتب ۾ ايندڙ شين ڪي تمام سليقي سان رکي، مستقل نمائش گاهہ بنايو ويو آهي. جيتوڻيڪ هي محل ڪو ڪهڙو آڳٺو ناهي ۽ جنگ عظيم جي بمباري ۾ ان ڪي نقصان پهتو، پر مرمت ڪرڻ ڪانپوءِ وري اهڙي سنڀال سان رکيو ويو آهي جو ڏسندڙ ڪي اندر وچڻ وقت، جتي مٺان جتي، پارائي وڃي ٿي. هنن پنهنجي تهذيبي سرمايي کي ڪيڏي نہ جاکوڙ مان محفوظ رکيو آهي. اسان وانگيان نہ تہ دنيا جي عظيم تهذيبي سرمايي موئن جي دڙي ڪي سنڀالي نہ سگهيا آهيون يا وري هي تہ ٽيڪسلا

جي عجائب گهر مان گوتم ٻڌ جا سئو کن قديم مجسما چوري ٿـي
جـڏهن عالمي مارڪيٽ ۾ وڪامجڻ لڳا، تڏهن اسان کي خبرپئي.
جا هي گهڻ ستم ظريفي آهي تہ اسان جا نوادرات، برٽش ميوزيم
۾ آهن ۽ اسين هٿين ڏلها آهيون. اهو تہ جان مارشل يا مارٽيمر ويلر
جي مرضي آهي تہ هو پنهنجي حساب سان کهڙا بہ ڪاٺا ڪـن،
يا ورتي دنيا ۾ اسان جي تهذيب کي ڪٿي بهارين. اسان تہ پنهنجا
ساهر، پنهنجا پارڪو ۽ جاٺو پنهنجا پاڻ ۾ ڪونہ ٿا ڏهون. هـرڪو
ڏيڍ چانور جي ديگڙي ڌار اهڻ ۽ پنهنجي ٽوپي ۾ ڪنيپ هڻڻ جو
قائل آهي. انهيءَ ۾ چاهي علم ۽ عقل جا سمورا دستوري آداب چو
نہ چڏي ڏيون. هرڪو پنهنجو پاڻ کي علم ۽ عقل جو اهرام سڏي
ٿو. اڇا انهيءَ تي ڪونہ ڏهيا آهيون تہ آيا اهو موئن جو دڙو آهي
يا موهن جو دڙو.

انهيءَ ڪانسواءِ تحقيق ۽ تدريس جو هي عالم تہ عالم، مرندي
سري ويندا، علم جو پندار پاڻ سان گڏ قبر ۾ ڪٺي ويندا پـر ٻين
کي فيض نہ ڏيندا. ڪاش، اسان پنهنجي جرڪندڙ ماضي کي چاٺي
۽ انهيءَ کي هنن وانگيان محفوظ ڪري سگهون ها.

لينن گراڊ ۽ ٻئي الهندين علائقي جي ڀيهڪ ۽ اهميت اهڙي
آهي جو مغربي سياح آسانيءَ سان ٿوري وقت اندر پهچي سگهن ٿا.
۽ اهو لينن گراڊ جي ويڪرين گهٽين ۽ مٽيل ٻسن مان ثابت ٿـيو
تہ مغرب ۾ روس ڏسڻ جو شوق ڪيترو نـہ آهـي. لينـن گراڊ،
هيلسنڪي جي ويجهو آهي، تنهن ڪري سئيڊن ڪان گهمندي سياح
فنلنڊ ڪان لينن گراڊ ۾ داخل ٿيندا آهن. گهڻا اولن. جرمني ۽ هولينڊ
واري روٽ وٺندا. سياحن جو هڪ وڏو تعداد هتي گهمڻ ايندا آهن،
چاڪاڻ تہ هنن جي ذهنن ۾ سوويٽ معاشري متعلق تمام عجيب و
غريب تاثرات آهن.

مغربي سياح جيئن دنيا جي ٻين حصن ۾ ڏسڻ ۾ ايندا اهـن
تيئن تمام گهڻ ڪارآمد سامان کڻيو، جوڙا ڏاهيو وتـن گهمندا.
يورپ مان سوويٽ يونين ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ويـزا، ٽڪيٽ، زبان،
گهمڻ ڦرڻ جهڙين جاين تي پهچڻ لاءِ هنن جو انتظام يورپ ۾ موجود

ٽريول ايجنسيون، سوويٽ سرڪار پاران رابطي ۾ اچي ڪنديون آهن. خشڪي رستي اچڻ جا خواهشمند وڏن آرامده ڪوچن ۾ اچن. باقي پاڻي، ريل يا هوائي جهاز ذريعي. ڪوچ تمام آرامده، ايرو سيٽس، ايئرهيٽر ريڊيو ۽ سڪا ني اناؤنسمينٽ جو انتظام ٿيل. گهمندي، هر گائيڊ هر چيز جي تاريخ، جاگرافي ۽ اهميت ٻڌائيندي هلندي.

جيئن پاڻ وٽ جمع جمع تي دڪاندار مٺڻي شو ڏسڻ، واٽي باغ ۾ پتو ڪٽڻ ضروري ڪمن مان سمجهندا آهن، تيئن هتي اُئين ڏينهن گهمڻ وارا بہ نظر آيا، جيڪي جمعي جي شام جو هيلسنڪي ۽ وارسا مان جهاز پڪڙين. اها رات، ڇنڇر ڏينهن، آچر رات گهمن ڦرن. وري آچر جي شام واري فلائيٽ سان پنهنجي جهڳي تي وڃيو رسن.

سياحن لاءِ حڪومت، خاص قسم جون هوٽلون کوليون آهن، جن ۾ مڪاني ماڻهو بہ رهي سگهن ٿا پر سياحن جي سهولت جو خاص خيال رکيو ويو آهي. مثال طور انگريزي ۾ بورڊ، انگريزي سمجهندڙ عملو انگريزي فرينچ يا جرمن سمجهندڙ گائيڊ. لينن گراڊ ۾ ڪئين سٺيون هوٽلون آهن پر هوٽل Eurovipisa جنهن ۾ اسان ترسيل هئاسين، شاهانہ ڍنگ جي آهي. هوٽل جي دروازن، ڏاڪڻين تي ٿيل آڪر جي ڪم کان وٺي ڇتين تي نقش و نگار تائين رومن اثر پکي ٿو. هڪ نيڊڙو محل محسوس ٿي رهيو هو.

هوئڻ هوٽل وڏي، سٺي; پر هڪ حصو اهڙو جيڪو پنهنجي سلطان هوٽل ياد ڏياري ٿو، جنهن ۾ هر ڪمري سان اٽيچڊ باٿ بدران هر فلور تي مشترڪہ باٿ روم ۽ ڪاڪوس. پوءِ ائين ئي جيئن پاڻ وٽ ٿيندو آهي. جيڪڏهن ڪو همراه اڳيئي باٿ روم ۾ موجود آهي ۽ پيو سٽان اچي نڪري تہ اڳلو پنهنجي وجود کان آگاهہ ڪرڻ لاءِ وڏيون کنگهڪارون ڪندو، پر جيڪڏهن اچڻ وارو ڪو ڍپ پوڙهو نڪري پيو يا کنگهڪارن تي هريل نہ هجي تہ ڪو حادثو جنم وٺي سگهي ٿو. خير سچي هوٽل ۾ ائين ناهي.

غير روسي سياحن ۾ گهڻو ڪري ٣٠ سالن کان مٿي ڪرڙوڊ تہ جام ملندا. پنهنجن پنڇورين کي ساڻ کڻي، ڪئميرائون هٿن ۾،

قدرت جي نشانن کان محفوظ ٿيندا وتن. نوجوان گهڻو ڪري مڇي ماني وارا نظر ٿي آيا. جن ڪي نہ اڳ جو اونو نہ پٺ جو فڪر. پنهنجي روايتي انداز ۾ ڪي مني اسڪرٽ، ڪي هاٽ پئنٽس، ڪي ايلفيز ۽ ڪي ميڪسي ۾. ٻانهون ٻانهن ۾ وجهو، ٽهڪڙن سان فضا ۾ سوٽين جون سالهائون پوئيندا وتن. رهيو ٻولي جو مسئلو تہ روسي چاڻ ڪانسواءِ ماڻهو پاڻ کي ويچارو محسوس ٿو ڪري، جڏهن جي حياتي ويئي. ڪا شيءِ وٺڻي هوندي "انگليسا نيتي"، اسان وري چوندا هئاسين تہ "روسڪي نيتي، انگليسا" بس پوءِ ڪير سمجهي، ڪير سمجهائي. اسان سان تہ ترجمان گڏ هوندو هو، تنهنڪري ديرِ ٿيندي هئي پر ڳالهہ ڳالهہ صحيح سمجهي ويندا هئاسين. ٻن ڪي ڏسي ڏاڍي ڪل ايندي هيسون، پر ڪري بہ ڇا ٿي سگهياسين. ماني ڪاڻ لاءِ جيڪڏهن مينو ۾ ويٽر آڱر ڪي غلط سمجهيو تہ همراه ويو ڪم کان. آرزو ڪيائين هڪ شيءِ ڪاڻ جي، ملپس پي. مان تہ گهڙي گهڙي چوندو هئس مان تہ "زبان يارمن ترڪي و من ترڪي نمي دانم" اها ٻي ڳالهہ آهي تہ فارسي ۽ اردو هنن لاءِ ساڳي ڳالهہ آهي. آءٌ تہ ذاتي بدلاڻ لاءِ سنڌيءَ ۾ شروع ٿي ويندو هئس. ڪن هوٽلن تي ڪي انگريزي ڄاڻندڙ ويٽر رکيل آهي، نہ تہ الله جو نالو منٿو سوچارو.

اها تہ ڳالهہ ٺئي آهي تہ سوويٽ يونين ۾ ماني ڪاڻ جي معنيٰ ڏيڻ پہ ڪلاڪ ويا. غير روسي ماڻهن لاءِ ايترو وقت ڏيڻ ڏکي ڳالهہ آهي پر انهيءَ ڪانسواءِ ڪو چارو بہ ناهي. جوڙو ديس تهڙو ويس تہ ڪرڻو آهي. ٻيا سياح تہ انهيءَ ڪي پنهنجي دستور ۾ فٽ ڪري ڇڏيندا آهن پر برطانوي اجا نہ ڪري سگهيا آهن. اهڙا ڪئين واقعا نظر آڏو گذريا جن ۾ برطانوي شخص جو مزاج، اٽ وهہ، ورتاءُ هلڻ سڀ ڪجهہ ائين ٿي لڳو جڏهن هنن جي بادشاهت تان اجا سج نہ لٿو آهي. اسان کي تہ هنن جو ٻن صدين جو تلخ تجربو هو، پر سوويٽ باشندا تہ خود ڏاجهڙن ۽ محنتن جا پليل آهن، هو ڇو شهنشاهي ناز نخرا برداشت ڪن. هنن تہ پاڻ قربانيون ڏيئي بادشاهت مان جان ڇڏائي آهي : اڄ هر ماڻهو پنهنجي پر ۾ بادشاهہ آهي پوءِ هو ڇو اهڙن هٺرادو بادشاهن جي پرواهہ ڪن.

آئيني طور سوويٽ يونين سيڪيولر ملڪ آهي، پر هن جو تاريخي پس منظر، دنيا جي قديم ۽ خوبصورت ترين ديولين ڪان ڌار نٿو ڪري سگهجي.

ماسڪو شهر گهمندي سون انهن مان چند جو ذڪر ڪيو هو پر حقيقت هيءَ آهي تہ هتي اهڙيون هزارين ڪئٿيڊرلس آهن جيڪي پوري ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙيل آهن، جن کي ڏسڻ جو موقعو نہ ملي سگهيو البتہ لينن گراڊ جي هڪ ڪئٿيڊرل سينٽ آئزڪ ڪئٿيڊرل ڏسڻ جو موقعو مليو، جيڪا ڊيگهہ ويڪر ۾ توڙي فن جي تعمير جي لحاظ کان پنهنجو مٽ نٿي رکي. ايڏي وڏي، اوچي ۽ خوبصورت ڪئٿيڊرل پوري ملڪ ۾ ناهي.

لينن گراڊ شهر ۾ گهڙيندي ئي هن ڪئٿيڊرل تي نظر پوندي جنهن جي ڪنهڙي تي بيٺل ماڻهو ايترا ننڍڙا نظر ايندا جو ڪين پنهنجي اکين ۾ سرمي وانگي وجهي سگهجي ٿو. ڀاٽ وٽ ميرن جي قبن، يا ڪلهوڙا خاندان جي گنبدن ۾ اهڙو ڪم رکيل آهي. پري نہ وڃو، خداآباد واري مسجد ۾ ديوارن واري ڏاڪڻ تان چڙهي گنبد مٿان وڃي سگهبو آهي. پر اهي جايون ايتري اوچائي تي ناهن، جهڙي لاهور واري جامع مسجد جو منارو. هن تي جيڪي چڙهيا هوندا سي ڀانهي دل ۾ ياد ڪندا هوندا پر سينٽ آئزڪ جي چرچ انهيءَ کان ٻيڻ تي اوچي ٿيندي. لاهور واري جامع مسجد تہ دنيا جي وڏي ۾ وڏي مسجد آهي پر هيءَ ڪئٿيڊرل اوچي تمام گهڻي آهي، اراضي کا خاص ڪانهيس.

ٻاهران ڏسڻ شرط رومن انداز تعمير جو احساس ٿيندو. وڏا اوچا، ڊگها ٿنڀا، جيڪي وڏين ڇپن مان گول ڪٽي ڏاهيا ويا آهن؛ ۽ پوءِ مٿان سوڳي رنگ جو موزيڪ ورڪ ٿيل. ٿنڀن تي بيٺل ڪمانيون ۽ ان کان پوءِ شاهي گنبد واري ڇت. ڇت وچ واري گنبد کان سواءِ باقي سموري سڌي آهي. گنبد تي پهچڻ لاءِ ڏاڪڻ آهي، جتان اڳي، پادري ۽ هاڻي سياح ڦري ويندا آهن. سڄي ڪئٿيڊرل اطالوي انداز جي.

مسيحي فڪر کي سمجهائڻ لاءِ نادر نقش سنجهس تمام خوبيءَ سان ڏيکاريل آهن. دروازا، روشن نقش و نگارن سان، اوچا، پٿل جي ڪنڊين ڪڙن ۽ چائنٽ سان. پادرين جي رهڻ لاءِ ڌار ڪمرا، اچڻ لاءِ هڪڙا وڃڻ لاءِ ٻيا. هر شعبو ڌار. ٻاهر سامهون واري پاسي کان ڪجهه به ڪونهيس، باقي ٽي پاسا هڪجهڙا آهن. اندر ڇت ۽ دروازن تي گلڪاريءَ جو ڪم تمام سهڻو. سروس چيپل تہ تمام سهڻي. پٿل جا چبوترا، سون جي جڙڪندڙ الٽارن سان. ديوارن تي مسيحي سينٽن جا مجسما، ۽ وچ ۾ حضرت عيسيٰ جي ڪروسيفڪيشن واري هڪ وڏي ريپليڪا ٽنگيل آهي. گنبذ جي بلڪل وچ ۾ هڪ لوهي تار زمين تائين آئي، ان ۾ هڪ تير جهڙو وزن لٽڪايو ويو آهي جيڪو ۳۶۰ درجن جي دنيا ظاهر ڪري ٿو. هيءُ قطب آهي جيڪو هر وقت اتر قطب ۽ ڏکڻ قطب جا ٽي رخ ڏيکاري ٿو. اهو قطب جڏهن کان ڪٿيڊرل ٺهي آهي، هلندو اچي.

ڪٿيڊرل ڪيئن ٺهي، تنهن بابت هڪ ڪنڊ ۾، ماڊلن جي مدد سان طريقو سمجهايو ويو آهي. ايڏي وڏي تعمير لاءِ، پٿرن جي وڍ ڪٽ، ۽ مٽي رسائڻ لاءِ ان وقت جيڪي طريقا اختيار ڪيا ويا هئا، سي انهن ماڊلن ۾ ڏيکاريل آهن. ٻي جنگ عظيم ۾ لينن گراڊ، مسلسل بمباري جو شڪار ٿيو رهيو، جنهن کان جيتوڻيڪ هيءَ ڪٿيڊرل تمام محفوظ رهي تنهن هوندي بہ اسٽريفنگ سان ٿينءَ ڪي ڪجهه نقصان رسيو، اهو اڃا ظاهر آهي.

سينٽ آئزڪ جي ڪٿيڊرل کان پوءِ، سوويٽ يونين ۾ هر هنڌ چيپلس ۽ ڪٿيڊرلس وڏي تعداد ۾ موجود آهن جن جي تاريخي ۽ فني اهميت تمام گهڻي آهي. انهن ۾ هڪ يارهين صديءَ جي ٺهيل آهي. ٻي ۱۱۵۸ع ۾ جنگجو شهزادي ائنڊري برگولسڪي، ماسڪو جي پرسان ٺهرائي، جيڪا ٻڻ اڃا قائم آهي. نو گراڊ ۾ چوڏهين صديءَ ۾ ۽ ڪيو Riev ۾ يارهين صديءَ جون ٺهيل ٻہ ديوليون پنهنجي حسن جي لحاظ کان تمام مشهور آهن. روايتي مسالن ۽ سرن کان سواءِ، هي ڪاٺ جي وڍ ڪٽ جي هنرمندي بہ ديولين جي تعمير ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي. ڪيترن ئي ديوليون نسوري ڪاٺ

جون ڏهيل. هتي دنيا جو سڀ کان سٺو ۽ گهڻو عمارتي ڪاٺ ٿئي، تنهنڪري انجو هتي جسي تعمير ۾ وڏو حصو آهي. ڀاڻ وٽ اترئين حصي ۾، سرحدي ۽ ڪشميري علائقي ۾ ڪاٺ جي گهڻائي ڪري، هرشعبي ۾ ڪاٺ نظر ايندو. ائبٽ‌آباد ۾ هڪ اهڙي مسجد آهي، جيڪا سڄي ڪاٺ مان ڏهيل آهي. سوويٽ يونين ۾ اهڙيون ٻه ديوليون ماسڪو جي بلڪل پر ۾ آهن جيڪي ”معجزه تبديل جون ديوليون“ سڏبيون آهن. هڪ ١٧١٤ع ۾ ٺهي ۽ ٻي ١٧٥٦ع ۾. ٻنهي جو انداز تعمير روايتي وچ ايشيا وارو آهي يعني ٻصر جي ابتي ڳنڍ وانگيان گنبد ۽ ٥ ڪنڊا يا ٦ ڪنڊا چبوترا. سڄي طرح ڦنڊ ٿيل. ڪمال جي ڳالهه آهي ته هي ڪي ٥ ماڙا اڃيون آهن پر مجال آهي جو ٻرسات يا طوفان سان منجهن ٿورو به فرق اچي.

سون کي پنهنجي ٿئي واري شاهجهان مسجد ڏيان ۾ ٿي آئي جنهن جي مرمت ڀهرين مارشل‌لا کان شروع ٿي آهي ۽ اڃا پئي هلي يا هي؟ ته قبرستان کان چوڪنديون ماڻهو پٽي ڪٽي ويا ته ڪو پڇڻ وارو ڪونهي. اوقاف ڪاتو وتي رڳو، نذرانن جون پيٽيون کوليندو ۽ آثار قديمه وارا رڳو سيمينار ڪندا. هنن ته ديولين کي سنڀالي رکيو آهي. سروس ڪا خير کي ٿئي. باقي سياح جام، ڳوٺيون ٽڪن جون وڻا ڪمائين.



# پرين جو ديس — ازبڪستان

هاڻي اسان جي منزل، سوويٽ يونين جو اهو علائقو هو جتي اسلامي تهذيب صدين جي صديون رهي: ازبڪستان. ازبڪ رياست، سوويٽ يونين ۾ شامل آهي ۽ سندس جغرافيائي بيهڪ تمام عجيب و غريب آهي. هڪ طرف چين، ٻئي طرف افغانستان، ٽئين طرف ايران، ازبڪستان جو علائقو، ڀاڙين، ڪارينزن، ندين ۽ ميدانن جو اهڙو مجموعو آهي جتي قدرت پنهنجي ڪمال سان گهڙائي ڪئي آهي. ساوڪ ايتري جو ڏسندي نظرون ڪٿي وڃن، ماڻهو ايڏا حسين جو ڏاهي نه سگهجي ۽ سياءُ اهڙو جو جيءُ چوندي نه ورچجي.

تاشقند، ازبڪستان جي گاديءَ جو هنڌ آهي، انهيءَ ڪري اسان جو ڏاڍو نه اتيئي ٿيو. ڦڪيڙ جي لحاظ کان سوويٽ يونين دنيا جو وڏي ۾ وڏو ملڪ آهي، سو اسان جڏهن تاشقند پهتاسين ته پنهنجن گهڙين کي ۵ ڪلاڪ اڳتي ڪرڻو پيو، يعني ٻنا ڪنهن سيڙپ جي رات اڳتي نڪري ويئي. سون منظور ۽ شميم کي چيو ته ”هرو ڀرو ڏني نه ورتي، ۵ ڪلاڪ ڳهاٽي ۾ ٻڃي وياسين.“ پر ٻي گهڙي آئنسٽائين جي وقت واري تصور کي ياد ڪري، ڀاڻ کي ڏڍ ڏنم.

ماسڪو کان تاشقند جو سفر به ڪجھ عجيب ۽ رنگين گذريو. سوويٽ يونين وٽ دنيا جي وڏي ۾ وڏي فضائي سروس آهي. اسان ته لاهور ۽ ڪراچي روٽ تي اڄ ڪلهه ٽربو جيٽ لڳائيندا آهيون، پر هو ڏکهين روٽن تي به ٽئن روٽر قسم جهڙا ڦرسوٽين وارا جهاز هلائيندا آهن. اها بعد ۾ خبر پئي ته انهن ۾ به ٽربو جيٽ لڳل آهن. جهاز

تمام وڏا. مون منظور کي چيو ته ”دکهي روٽ آهي. ڦرموٽين وارا جهازن خدا خير ڪري“ پر اهو بعد ۾ احساس ٿيو ته ۵ ڪلاڪن جو نان اسٽاپ سفر تمام سولائي سان ڪري.

خير جهاز ۾ اسان جو ترجمان مسٽر وڪٽر، جنهن جو نسب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري نالو فتح خان رکيو هئوسين، سو ۽ شمبر ته سمهي پيا. مون کي ۽ منظور کي ٿيو ندير اڏڙو همسفر مليو جو ننڍ ڪري جو سوال ئي نٿي پيدا ٿيو. اهو مسافر هڪ ازبڪ پيلو روسي مسمات هئي. مشرقي قدرن جو حسن رکندڙ قدآور، سهڻي ۽ خليق، چپ ٽلهيرڙا پر اهي سندس وجاهت ۽ سونهن آڏو لڪي پئي ويا. بنا ميڪ اپ جسي هوءَ تمام دلنواز پئي لڳي. هيلو هيلو ڪري ابتدا ته ڪئي سين پر پولي اڳتي وڌي ئي نه. پاڻ تہ اتي روسي پولي ۾ ۳ لفظ پيسيوا، خروشو ۽ دا سکيا سون. اهي به نه هليا. هڪ جنگي ناول پڙهي رهي هئي جنهن مان سمجهيوسين ته يا شاگرد يا استاد آهي.

اسان به پول ڪڍيا، پر هن اٽندي چيو ”انگلبسا نيتي.“ شهم ڪائي ويا سين، پر رات اچا پري هئي. تنهنڪري اشارن سان پڇيوسين ته ”تون ڇا تي ڪرين“ مختلف اشارا، لکڻ، پڙهڻ، انجنيئرنگ جا، سپ ڪئي ويا. ايترو سو سمجهيوسين ته شاگرد آهي. مون ڪان نڪري ويو ته ”ميوزڪ“ ته پاڻ ئي اشارو ڪري پيانو جو انداز پڌايائين. مان سٽ ڏيئي، پئي تي ميوزڪ لکڻ واريون پارس ٺاهي ۵-۶ سرن جا نوٽيشن لکي ڏيکاريو مانس، هائوڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيائين. ڏاڍو خوش ٿي. اسان به خوش ٿياسين، پر اجايو. ڇاڪاڻ ته اڳتي ڇا چئجي. مون وري روس ۽ يورپ جي ڪن موسيقارن جا نالا ڌوڪي ڏنا; اهي ته سمجهيائين، پر پيو ٿيو خير. نيٺ آهستگيءَ سان ہم ڏي لفظ انگريزي ۾ ڳالهايائين، جڏهن سمجهيائين ته لکندڙ پڙهندڙ ماڻهو آهن. پوءِ اها سندس غلطي هئي، اسان ته ڪيس اخبار وارا هئڻ جو اشارو ڏنو هو.

پگل ٽٽل ۽ سلو دوشن ۾ پڌايائين، ته هن جو نالو ليرا آهي. سندس مڙس بلغاريہ ۾ انجنيئر آهي. تاشقند جي ايڊريس ۽ ٽيليفون نمبر لکي ڏنائين جيئن اتي ساڻس ملي سگهون.

شمير ۽ فتح پائي وڏي سر ۾ هئا. اسان پوليءَ جـي اڻجاڻائي جي ڪري ۾ قائل هئاسين. تاشقند تي لٿاسين تـہ موں فتح پائي کي چيائيو تـہ ”پائي اسان جـي مدد ڪر. اسان هن ڪيئي پرڏيهي سان رهاڻ ڪئي آهي. توں ڪجهہ واهر ڪر.“ ۽ اتي فتح پائي سيٽ نائون مل وارو ڪم ڪيو. اسان کي ڳالهہ سمجهائڻ ۽ هن جي ڳالهہ سمجهڻ بدران، مورڳو پڌاياڻينس تـہ هنن جـو پروگرام ٽائيٽ آهي. تنهنڪري پڇ ۾ وچ.

تاشقند هوائي اڏي تي، ريسٽوران ۾ لگيج جو انتظار ڪندي، پاڪستاني وفـد مليو. جيڪو امام بخاري جي ١٢٠٠ سالہ جشن ۾ شرڪت ڪرڻ آيـو هـو. هموطنن سان ڪوهين پـري ملي ڏاڍي خوشي ٿي.

تاشقند پهچي، اسان کي اهو احساس نہ ٿيو تـہ اسان ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ آهيون. جيتوڻيڪ ١٩٦٦ع وارن ساڍا ٥ سؤ زلزلـن ۾ تباهہ ٿيل تاشقند سارو ئي ڦراٽو نـہ رهيو آهي. وڏي تعداد ۾ جايون ڊٺيون هيون، جـن کي هنن تمام سگهڙائي سان نئين انداز ۾ تعمير ڪري ورتو. آثـار قديمہ جـي اهميت جون جايون بـہ گهڻي انـداز ۾ موجود.

١٣ لکن کـان وڌيڪ ماڻهن جـو شهر، بـر، ويڪرو، تمام رٿابندي سان ٺهيل. وڏا شاهي سـڌا رستا، خوبصورت جايون. رستن جي ڪنارن تي، توڙي خالي پلاٽن ۽ چؤسولن تي گلن جون پاريون. رنگ برنگي گل، تاشقند جي شهري حسن جـو بنياد آهن. رستن جي ڪنارن تي اوهان کي انگورن جون وليون ملنديون ۽ ڪو چڻي وڃي ڪائي تہ پلي ڪائي سگهي ٿو، ۾ عيب آهي.

تاشقند، ٻئي ازبڪ علائقي وانگيان پرين جو ديس اهي. ماڻهو قـد جا پورا پنا، ۽ ڪي ٽائي بولا خان جي ماڻهن وانگيان لائير، يا وري ڪاڇي جي ڪوسن وانـگيان. تمام سهڻا، ڳاڙها رتول صوفن جي ڍير ۾ وجهي ڇڏيون تہ تميز نہ ٿيندي تہ صوف ڪٿي آهن ۽ چهرو ڪٿي. ڪٿي عورتون مرد هڪجهڙا حسين، ڪنهن کي ڏسي

ڪنهن کي ڏسجي. سونهن جي الڪٽ سمنڊ ۾ اجابلن جي آچ لهڻ تہ ڇا، مورڳو وڏي ڳي. ڪاريون اکيون، ڪارا وار ۽ جاڙا ڀرون ڏسڻ ۾ هتي بہ آيا. وار ايڏا ڊگها جو ڪولي ڇڏين تہ مرين ڪي ڇهن. چيلهہ جيترا وار تہ عام نظر ايندا. ٻوءِ ڪم ڪندڙ عورتون، مينڍڙا ٺاهي ڳتيو ڇڏين.

شميم ۽ منظور کي هڪدم پنهنجو مولوي مفتون همايوني ياد ڏياريندو هئس تہ هنن زلفن جي بند الائي ڪيترن کي قيد ڪيو آهي. کولي ڇڏين تہ هتي هزارين فرهاد، تيشي کنيو پهاڙ پيا کوٽيندا نظر ايندا.

اها ٻي ڳالهہ آهي تہ هنن مان اڪثر کي هڪ ٻہ سونو ڏند پيل ئي پيل هوندو آهي. ڇاڪاڻ تہ ازبڪستان ۾ باقي ملڪ کان وڌيڪ ميوو پيدا ٿئي ۽ ازبڪ باشندا سڀ ڏينهن خدا جو، ميوو چڪ وات ڪندا نظر ايندا. ظاهر آهي تہ انهيءَ حالت ۾ ڏند خراب تہ ٿيندا تہ مٿو خراب ٿيندو.

تاشقند جيتوڻيڪ آبادي ۾ ايڏو وڏو شهر ناهي، پر تمام صاف، سهڻو، سٿرو شهر آهي. ڪميونسٽ پارٽي جي آفيس جي پر ۾ يونيورسٽي جي مکيہ عمارت آهي جنهن جا پيا شعبا ٽڙيل پکڙيل آهن. انسٽيٽيوٽس، سموري شهر جي ڪناري تي آهن، جتي اوهان کي ابوريحان البيروني جو مجسما ملندا.

هن ڪري تہ البيروني هتي بہ ايترو چاتو سڃاتو ۽ پڙهايو وڃي ٿو جيترو اسان وٽ. بيروني، الغ بيگ، علي شير نوائي غفورگوليام جا مجسما جابجا نظر ايندا.

ازبڪستان جي تاريخ بہ تضادن ۽ ٽڪرائن جي سرزمين آهي. سڪيو ستايو ملڪ هڻ ۽ پاڻي جا آلارو هڻ ڪري، جنهن کي ڏي جهٽ لڳو، تنهن ئي ڪيس پٽيو. آسو دريا ۽ ٻين پاڻي جي ذريعن عام هڻ ڪري، ملڪ مڙيو ئي سڪيو هئو تنهنڪري هر ڪنهن جي نظر ئي مٿس ويئي. جيئن سنڌ، سدائين ڌاڌين جي منهن ۾؛ تيئن

ازبڪستان بہ. ڪڏهن سائرس اعظم ٽي تاراج ڪيس تہ ڪڏهن وري تاتارين.

ٽين صدي قبل مسيح ۾ ازبڪستان ايرانين جي حڪومت جو حصو هو، تنهنڪري فارسي، اڄ بہ هن علائقي جي ٻولي وانگيان ڳالهائي ويندي آهي. سڪندر اعظم جڏهن اسان تي حملو ڪيو هو، تہ ڀهرئين ايران کي تاراج ڪري پوءِ هتي آيو هو. انهن ڏينهن اتي سائرس اعظم جي حڪومت هئي، جيڪا ختم ڪري، پوءِ اسان وٽ آيو. ۽ پوءِ شاهبندر ڪان ٿيندو واپس وطن وريو هو. ايران جي تسلط کان پوءِ عربن ٽائين صدي عيسوي ۾ وچ ايشيا کي فتح ڪيو. انهيءَ سان ئي اتي اسلام جي روشني پکڙي. اسلامي تهذيب ۽ علم جا چراغ روشن ٿيا. اهوئي ڪارڻ آهي جو اڄ بہ اوهانکي ازبڪستان ۾ ڊاريائي محسوس نہ ٿيندي: عربي، فارسي ۾ اتان جي ٻولين جا ۽ ازبڪ ٻولي ۾ روسي ۽ ٻين ٻولين جا لفظ شامل ٿي ويا آهن.

عربن ڪان پوءِ وري منگولن اچي ڪين ورايو. چنگيز خان جي تلوار اڏو تہ سموري دنيا ھڪجهڙي هئي. وچ ايشيا بہ هن ڪان بچي نہ سگهيو. تيرهين صديءَ ۾ هتي سموري ازبڪستان کي ڳاري وڌائين. نيٺ چوڏهين صديءَ ۾ وچي امير تيمور ئين سر ملڪ کي ڏاهيو.

اسلامي اثر تہ پوري دنيا ۾ پکڙيل آهي پر تاشقند جو اسلامي مرڪز تمام شاهوڪار آهي. هتي اٽڪل ٣٧ هزار ڪتاب رکيل آهن. جن ۾ نہ تہ بہ ڪي ٢٠٠ قرآن مجيد جا قلمي نسخا، لاتعداد تفاسير ۽ سيرت تي ڪتاب آهن. پنهنجي لاهور واري شيخ غلام علي وارو قرآن شريف بہ موجود هئو، امام بخاري جا حديث ۽ فقہ تي ڪتاب ۽ ناياب نسخا موجود ها.

هن ۾ سڀ ڪان اهم نسخو آهي مصحف عثماني، جيڪو ٽئي خليفي حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جن جسو پنهنجو لکيل آهي. هن تي قرآن ڪريم تلاوت ڪندي ڪين شهيد ڪيو ويو هو جنهن



تاشقند جو اسلامي اپاس جو مرڪز



الغ بيگ جو مدرسو



تاشقند جي بزار

جا داغ اڃا موجود آهن. هن نسخي کي تمام حفاظت سان زيارت لاءِ رکيو ويو آهي. عام ڏسڻ لاءِ هڪ ورق هتي ٻاهر رکيل آهي. باقي سموري قرآن مجيد جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي رکيل آهي. هيڙيون ڪاپيون ڪل ۲۸ ڪيون ويون ۽ دنيا جي چوڌاري اسلامي مرڪزن ۾ موڪليون ويون. قرآن مجيد خط ڪوفي ۾ تمام سهڻو لکيل آهي. عام قرآن مجيد جي نسخن وانگيان ڊگهو نه، پر ويڪرو آهي. جهازي سائيز واري اخبار جي اڌ جيترو ٿيندو. نسخو چمڙيءَ جي جهلي تي لکيل آهي ۽ ان کي اهڙيءَ طرح سنڌو ڪيو ويو آهي جهڙو ڪاغذ. البته چمڙو هڻڻ ڪري، پيلاڻ تي مائل ۽ هلڪيون لهريون پيل، جيئن ٻاٽو آلو ٿيڻ ڪانپوءِ سڪندو آهي.

قرآن مجيد جو هي اصلهه نسخو، مدينه منوره کان ٿيندو، بصره بهتو، جتان قاهره ۽ پوءِ ترڪستان آيو. اتان ۱۸۶۹ع ۾ واديءَ ذرا افشان جي حڪمران، هي تاشقند جي اسلامي مرڪزکي ڏنو. ۱۹۱۷ع جي انقلاب ڪانپوءِ هيءَ لينن گراڊ جي عجائب گهر کي ڏنو ويو هو ۽ پوءِ ازبڪستان جي مسلمانن جي اپيل تي لينن واپس ازبڪستان جي اسلامي مرڪز کي ڏنو. مرڪز ۾ هڪ مسجد ۽ مڪمل مدرسو پڻ آهي.

سموريون تعميرات وچ ايشيا جي روايتي انداز ۾ آهن. پنهنجن گنبذن وانگيان ننيا ۽ وڪرا نه، پر ڊگها ۽ مينارن وانگيان. مٿن ڪاشيءَ جو ڪم ٿيل. ڪاشيءَ جو ڪم پنهنجي هالا ۽ ملتان واري ڪم کان مختلف. ٻاڻ وٽ وڏي سر ٿهي ۽ انهيءَ ۾ ڪاريگر اهڙي ڊزائين بهاريندو، جو رازو صرف جوڙيندو وڃي، باقي وڏا پٿرن پاٿهي ٿهندا. هو ننڍيون ننڍيون سرون ٺاهين ۽ پوءِ ڪاريگر ميناري، گنبد يا ديوار تي اڳيم ذهن ۾ وهارل ڊزائين مطابق اتي وهاريندو جيئن اطالوي موزيڪ جو ڪم ٿيندو آهي. پنهنجي ڪاشي واري ڪم کان گهڻي محنت. سرون کي ته هٿ جي چيچ جيتريون سنهيون به ٿين. رنگن ۾ نيري رنگ جا مختلف شيڊس استعمال ڪري، پيڙن ٺاهين. گهڻن رنگن استعمال ڪرڻ جا عادي ڪونهن وڏ ۾ وڏ ڳاڙهو يا سائو.

ڪاشيءَ ڪانهوءَ عام رواجي سرون بہ نَنڍيون ۽ سنهڙيون جيئن پنهنجي حيدرآباد واري قلعي ۾ ڪتب آيل آهن. يا وري ڪلهوڙن ۽ ميرن واري صاحبيءَ جون جايون ڏسبيون.

اسلامي تعليم جو اثر گهٽجي، پر ڳوٺن ۽ ڪروڙين ماڻهن ۾، نوجوان نسل صرف اسلام جي بنيادي ڳالهين کان واقف. ڪڏهن ڪو قضائي اسلامي رڪن ياد ڪن، نہ تہ جديد دنيا جي تيز رفتاريءَ سان وک ملائيندڙ.

اسان جتي ويندا هئاسين تہ شلوارون قميصون ڏسي ڦري ايندا ها. طرح طرح جون ڳالهيون، حال احوال ڪندا ها. گهڻو ڪري اسان کي ايران يا افغانستان جو سمجهندا ها، ترجمان جي ٻڌائڻ تي پڪ ٿيندي هئن تہ پاڪستاني آهيون.

اسلام ۽ مسلمانن لاءِ عزت تمام گهڻي. هوئن بہ ازبڪ ماڻهو ڏاڍا رلڻا ملڻا ۽ قربائتا. ٻهرين ڏينهن اسان تاشقند جي بزار گهمڻ وياسين، ائين ٿي لڳو، ڄڻ پنهنجي بولٽن مارڪيٽ يا ايمپريس مارڪيٽ ۾ اچي نڪتا هجون. فرق صرف اهو تہ هتي زالون گهٽيون هيون ۽ اسان وٽ مرد گهڻا هوندا آهن. باقي ٽيڙ اهي سڀ ساڳيا. ٻاڄيون، ميوا سڀ ڪجهہ آڏو رکيا ويٺا آهن ۽ هوڪ هوڪان لڳي پئي آهي. هڪ ڪان وٺڻ جي ڪريو تہ پيو سڏ ڪندو. اگهہ سڀ ڪجهہ مڪجهڙا پر ڪسي مال تي اگهہ ۾ لاٿ.

هڪ دڪاندار پيچي پڪ ڪئي. اسان کي بہ دلچسپي هئي، تنهنڪري چار چونڪ ڳالهين جون ڪرڻ ويٺاسين تہ هڪدم صوف ۽ انگور ڪٺي آيو. چي "هي اسان جي يارن اوهان لاءِ تحفو آهي." اسان تہ گهڻئي نہ نہ ڪئي، پر هو بہ پروچ تي بيهي رهيو نيٺ وٺڻا پيا. اسان سوچيو تہ ڪاش! هرهنڌ اهڙو قرب ونڊڻ وارا موجود هجن.

مسلمانن جي تهذيب جو اثر هيءُ آهي تہ اوهان کي پنهنجي ملڪ جا سمورا ڪاڏا اتي ملندا، پوءِ ڪٺي ٿالا ڦريل هجن. موں کي

ازبڪ کاڌا تہ انهيءَ کري ياد هئا جو ڪريملن، ماسڪو جي پرسان ماسڪو نديءَ ۾ سفر ڪندي، باغيچي مان ڪباب پچڻ جي خوشبو اچي رهي هئي. انهيءَ وقت اسان گڏ، مسٽر اليگزنڊر ساشا گڏ هو. شام جو سج لٿي مهل، ٽڏڪار ۾، ايتري گرما گرم خوشبو تي مون لوٽو هئي پڇيو هو تہ ”هيءَ تہ اسان جي شهر واري خوشبو آهي، ڇا ماجرا آهي؟“ وراڻيائين، ”اهو شيشلڪ آهي“ جڏهن ان جي تاريخ جاگرافي پڇيمانس تہ پتو پيو تہ پاڻ واريون شيخون آهن، جن کي هو بلڪل ائين ئي پچائين، جيئن پاڻ وٽ راحت سئنيما جي پر ۾ پٺاڻ پچائي يا رسون ڪوري واري هوٽل تي.

ماسڪو ۾ انهيءَ آئٽم تي ڊگهيون قطارون لڳن تنهنڪري طئي ٿيو اهي تاشقند ۾ کائبيون. تاشقند انهيءَ جو بهترين مرڪز هو. هوٽل تاشقند جي الهندين پاسي وڏو تفريحي باغ هو جنهن ۾ رستن جا محراب انگورن جي ولين سان ڍڪيل هئا. پاسن کان ڪجهه هوٽلن ۾ دستوري طريقي ۾ چاءِ پارٽ جو انتظام. چاءِ جون بنگون پنهنجي پشاور جي هوٽلن وانگيان. پشاور ۾ قصہ خواني بزار جي روايتي بيٺڪن جو نظارو اکين آڏو تري رهيو هو. ڪاٺ جي صندل تي، سهڻو قالين وڇايل، ۽ انهيءَ تي پلٿي هڻي چوياري يا پنج ياري ڏاهي ويهن. وچ ۾ چاءِ جي ڪيٽلي ۽ چينڪ وانگيان پيالن ۾ پين. ڪپ ساسر جو رواج ناهي. سرڪيون پري چاءِ جو دؤر بہ هندو رهندو ڪچهريون ڪندا ويندا، بلڪل ائين ئي لڳو، جڻڪ پشاور جي ڪا سراءِ هجي. پر ۾ وڏي ريسوارن، جنهن جا شيشلڪ مشهور، تنهنڪري اتي رش جام رهي.

شيشلڪ کانسواءِ پنهنجي کاڌي جهڙو پيو آئٽم پلوف ٿئي، جيڪو پلاءَ جو بگڙيل آهي. ساڳيو پاڻ وارو پلاءُ، پر هو چانورن ۾ ڪجهه ڪٽڪ ۽ چڻا بہ ملائين. چانورن ۾ ڪجهه هڏ بہ ڇڏين. پوڙيون پنهنجي ست راڇي چڻن جي پت جي قنبرن واريون نہ، پر تمام ننڍيون. پوڙين تان چربي ڪونہ لاهين، پلوف رکيين يا پاٺوڙن ۾ ڪونہ لاهين انهيءَ بدران وڏن پيالن ۾ کاڌو ويندو آهي.

ازبڪ کاڌن ۾ هڪ قسم جو حوپ، شوربا جي نالي سان مشهور آهي. ڇاڪاڻ تہ نالو مانوس هو تنهنڪري آزمايم. پاڻ وارو

شوررو يا رس، جنهن اڌ پاءُ گوشت ۾ سير پاڻي، ڪجهه بصر ۽ ٽماٽا وجهي، هڪ اوپار ڏياري ڪٺي لاهجي.

ميوو هوندن گهڻو ڪائين، پر ڪاڏي ۾ مٺاڻ گرئو ڪري ڪونه ڪائين، ٽئي بس جام. انگور، ڪاري ڊاک جنهن ڪي هو ڪشمش سڏين، صوف ۽ آڙو جا گهڻا شوقين. جيڪا اهميت ۽ مقبوليت چانهن ۽ سردي ڪي حاصل آهي سا ڪنهن شيءِ ڪي نه آهي. ازبڪ سردي جي باري ۾، مون ڪتابن ۾ ڪن ڏينهين پڙهيو هئم تہ ”هڪ سردو ڪٺي بغداد جي بازار ۾ وڃو ۽ هڪ خوبصورت غلام عورت خريد ڪري اچو.“

مون اتي پهچڻ شرط هنن کي چيو تہ اهو سردو ڪارايو، جنهن تي هڪ عورت ملي سگهي ٿي. بزار ويا سين. سردو جام. ساڳي روايتي انداز ۾. وڪڻندڙن جي سڏ سڏان. سردا پنهنجن سردن ڪان وڏا. هڪڙي سان صلاح ڪئيسين تہ سڄو سردو تہ ڪائي ڪونہ سگهبو، تنهنڪري لڄ تي سئيت ڊش ڪري ڪائڻ جو فيصلو ٿيو. اهو وقت بہ آيو. مٺاڻ تہ پوري دنيا ۾ ساڳيو هوندو پر هن مٺاڻ ۾ جيڪا لذت ۽ خوشبو آهي، سا واقعي عورت لهي. روس جي ٻين هنڌان يا غير روسي سياح، پنهنجي روانگي اهڙي طرح ڪندا آهن جو آخري اسٽيشن سمرقند يا تاشقند هجي تہ جيئن هو هڪ ٻہ سردا تحفي طور وٺيو وڃن. جيتوڻيڪ هاڻي غلام عورتون تہ نہ ملنديون پر اهڙا ڪئين مجنون ڏٺسين، جيڪي وتندا ها سردن ۽ چانهين جون پريون ڳوليندا.

تاشقند جي موسم گرم هئي سواءِ رات جي ٿوري خنڪي جي، تنهنڪري شلوار قميص پورٽ سولي هئي. چاڪاڻ تہ پنهنجا مسلمان پاڻ اتي هئا، پر هنن جي لباس ۾ لنڊيرڙي ۽ چست قسم جي شلوار شامل آهي، تنهنڪري جهولدار شلوار ۽ ڪڙتو هنن لاءِ عجيب ڳالهہ هئي. هنن لاءِ سڀ کان حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهہ منهنجي سنڌي ٽڪڙن واري ٽوپي ۽ شلوار جي پانچن تي ٽيل سنڌي پرت هئو. سنڌي ٽوپي تي سڄ جا ترورا پوندا هئا تہ سڀني جي دلچسپي جو مرڪز بنجي ويندي هئي. شميم کي بہ شلوار قميص هئي انهيءَ



اجتماعي فارم جي هارياڻي

فطري ۽ مشيني ذريعن جو ميلاپ.



ڪري جتان لڳھندا ھئا سين تہ ساڳيو گهوري ڏسندا هئا. ڪٿي ڀهي رهياسين تہ زالين آهرين ڳهيرو ڪري ڇڏيندا ها. پاڻ ڪي حيدرآباد واري اسٽيشن تي منجن وڪڻ وارا سمجهندا هئا سين پيا وري اهو احساس ٿيندو هو تہ ڪنهن فينسي ڊريس شو ۾ آيا هجون. مان تہ چرچي ۾ سنڌيءَ ۾ چوندو هو سان تہ ”ادا ٽوپي ۽ ڪپڙا الله جو سونهن، پنهنجا اٿم.“ پيو تہ ڪير سمجهندو ڪونہ هو، البتہ اڳ ۽ منظور ڪلي گذارو ڪندا هئا سين.

هنن وٽ پنهنجي روايتي ٽوپي بہ تمام سهڻي ٿئي، چوڪور مٿي وچي گول ٿئي. ڪيڪا ڀوري مٿي ڀدران صرف تارون واري ٽڪري ڪي گهري. سادين ٽوپيون ڪاري ڪپڙي تي، اڇي ڇر ٽيل، جيڪي مرد پهرين. ساڳي قسم جون ٽوپيون پر مٿن زري ۽ ريشم جي ڀرت جو ڪم عورتون پهرين پر روايتي تقريبن پيا قوي اهميت جي ڏينهن تي.

لباس ۾ هنن جو ڪپڙو خاص قسم جو ٿئي. ريشمي پر انهي تي ڇيٽي جي ڪل وانگيان وڏا چٽا، نيلي ۽ سرخ رنگ جا. اڳي اسڪرٽ ۽ شلوارون وڏيون ۽ ڊگهيون هونديون هيون، هاڻي اهي چوٽيون ٿي ويون آهن. مردن ۾ ڪراڙا اڃ بہ پڳون پهرين. پڳ جو قير، پنهنجي سنڌ ۾ تہ هر طبقي ۽ هر علاقي جو پنهنجو پنهنجو ٿئي. پر ازبڪستان ۾ سڀ هڪ قسم جو. پاڻ وانگيان ترو ڪونہ ڏهين. مٿو سڌون وٽ ڏيو ڪنيو مٿي تي رکن. برقعو ڪٿي اچا نظر اچي. جيئن پاڻ وٽ اڇو برقعو تنبو وانگيان ٿئي. بالڪل ائين، پر اهي صرف ڪي تمام جهوني خيال جون عورتون پهرين پر منهن ساڳيو اگهاڙو.

هونئن تہ سوويت يونين تہ ڇا، پنهجي ملڪ کان سواءِ ڪنهن بي ملڪ ۾ وڃڻ سان پهريون احساس ڏاريائي جو ٿيندو آهي، خاص ڪري مغربي ملڪن ۾. مثال طور برطانيہ ۾ برسات سان ڪارا ٽيل عمارتون، لانڊي نما جايون، بخارا ۽ هر وقت وسندڙ برسات، مج جي روشني کان ٿپ جواب، ڏاريائي جو احساس ڏياري ٿو. پر تاشقند جا قديم حصا آهن جيڪي ڏسڻ سان اوهان محسوس ڪندؤ تہ پنهنجي

ملڪ جي ڪنھن حصي ۾ اچي نڪتا ھجو. يونيورسٽي انسٽيٽيوٽس ڏانھن وينديءَ، تاشقند جي ھڪ حصي مان لنگھياسين تہ اتي تعميراتي ڪم ھلي رھيو ھو. اتان ئي اسان کي لنگھي اسلامڪ اسٽڊيز جي سينٽر ڏانھن وڃڻو ھو. رستي تي ھڪ ھنڌ ڏٺم تہ گڏھن تي مٽي ڍوئي پئي ھنڌ لاٿي پئي ويئي. مون کي محسوس ٿيو ڄڻڪ آسري وٽ ڪنھن ھنڌ ھليا آھيون، جتي سنڌو شاھراھ پئي ٺھي يا ڪا آبت پئي ٿئي.

پر سنت ئي احساس ٿيو تہ تاشقند آھي، پئي پاسي اڌ ڪچيون ۽ اڌ پڪيون گھٽيون. پاسن کان گھر ھئا. ننڍيون ديوارون، چوڪنڊيون ڇتيون، ۽ سوڪرا نيسارا. ڪن درن اڳيان ڏيڍيون جيئن پاڻ وٽ ڪڏھن ميرن جي حويلين يا پيرن جي حرمن آڏو ڏٺل ھونديون آھن. پر اھي ڪٿي ڪٿي، نہ تہ ڏسندا تہ سڌا سنوان دروازا. دروازا بہ پنھنجن گھرن جي دروازن وانگيان. پہ طاق، چونڪ ۾ ويٺل، ساڳيا ڪڙا ۽ ڪنڍا ڪي سڻا فنش ٿيل تہ ڪي اڻن، جيئن پنھنجي قلعي در تان آلي پير مان ٺھيل دروازو، جاءِ ۾ ھٽي ڇڏيو، سھڻي ڪانبوءَ ڦڏا ٿيو وڃن.

اوھان کي ياد ھوندو تہ پاڪستان جني قيام کان اڳ، سنڌ ۾ دڪانن جي پاھران صندل پيا ھوندا ھئا. وچ ۾ چلم پئي ٻڙڪندي ھئي ۽ ڪچھرين جي دم ڊسان لڳي پئي ھوندي ھئي، دڪانداري پئي پاسي پئي ھلندي ھئي. اوڙي پاڙي پنھنجي پرائي جي ڪٿا اتي پئي ھلندي ھئي، ڄڻڪ سڄي دنيا جي چيڙي نبيري انھيءَ صندل تي ٿيندي ھجي. ھتي پرائي تاشقند جي گھٽين ۾ ڪيترن گھرن آڏو صندل ڏٺم. ھو انکي صندلي چون. اسان وٽ صندلي رنڌڻي واري ڪاٺ جي صندلي ٿئي. عجب لڳم تہ جيڪڏھن صندلي اھا اٿن تہ صندل ڇا ھوندو.

پار گھٽ معروف رستن ۽ گھٽين تي راند ڪري رھيا ھا. اھا خبر نہ پئي تہ ڪھڙي راند ٿي ڪيڏيائون، پر پارائي ٻولي تہ سڄي دنيا ۾ ھڪجھڙي ھوندي آھي. ساڳيا افعال، ساڳيا پرڪار. ڪو ڪارائي سان نڪ پير اگھي تہ ڪو پاڻ کان ننڍي کي چنبو پيو

هٿي، اسڪول ويندڙ ٻار صاف سٿرا، موڪل ٿڻ ڪري سوڙي رهيا ها.

البته اسان کي ڏسي مڙي آيا ۽ پنهنجي عقل سارو اسان بابت سمجهڻ جي ڪوشش ٿي ڪيائون. سڀ ٻار صحتمند، جيڪڏهن ڪنهن ٻار ڪمڙا سيرا ٿي ويا هئا ته مڙيو ٿي خير هو گهٽ ۾ گهٽ ڏسي احسان دانش واري نظم ”يه بچه کس کا هي“ ياد ڪونه ٿي آئي.

هونئن ته ساڳ هنن جي تقدير آهي ۾ تاشقند جي هن ٽڪري ۾ تمام خصوصي انداز ۾ ٿئي. وڻ گهڻين جي منهن وٽ يا گهرن جي اندر، سچ پچ ته مون پنهنجي پنهي ساٿين کي رکي رکي ٿي چيو، ”يارو هي پراڻن هالن ۾ يا سرهاڙي ۾ ته ڪونه اچي نڪتا آهيون، يا وري پل ۾ تاشقند کان اڳتي وڌي اسان کي پاڪستان جي سرحد ۾ ڏڪي چڙهين. پر ائين ڪونه هو. هي هڪجهڙائي هئي. ايتري قربت جو ڏاره ٿي جو احساس ٿي نه هو. هي پراڻي تاشقند آهي جيڪو شهر جي ٽن مکيه حصن مان هڪ آهي هن پراڻي حصي کي بس هاڻي مڏاري جديد بنياد تي آندو پيو وڃي. باقي ٻن حصن مان هڪ حصو وچولي دور جو آهي ۽ باقي ٽيون حصو بلڪل جديد آهي، جيڪو يا ته هاڻي ٺهيو آهي يا انهن جاين مان آهي جيڪي زلزلن ۾ ڀٽ پنجي هيون.

ازبڪستان جي مکيه ريڊيو اسٽيشن ۾ دتي ٿيي آهي، جني اسان کي وڃي پنهنجي آواز ذريعي ازبڪ ماڻهن کي ڪجهه پنهنجن احساسن بابت ٻڌائڻ جو موقعو مليو ريڊيو تاشقند هڪ وڏي گهڻ ماڙ عمارت آهي. ابلاغ عام جي هڪ نازڪ اداري هئڻ جي حيثيت ڪري، داخلا تي سخت چوڪسي آهي، هونئن ته هر اهڙي اداري ۾ ڪم ڪندڙ کي پنهنجي شناختي اجازت ڏيکارڻي پوندي آهي پر ريڊيو نازڪ جاءِ انهيءَ ڪري، اتي انهيءَ حيثيت مان چڪاس ٿيندي آهي، جيئن ڀاڳ وٽ هر ريڊيو ۽ ٽي وي اسٽيشن تي ٿيندي آهي. اتي جي ملازمن کي يا فنڪارن کي پنهنجا شناختي ڪارڊ آهن پڻ هنن جا پڪا ملازم هجن، چوڪيدار هنن کي سڃاڻندو هجي، پر

مجال آهي جو قدم ٻاهر رکي وڃي يا اندر داخل ٿي وڃي. انهيءَ ڪري وقت بچائڻ لاءِ هرڪو ٻري ڪان پنهنجو شناختي ڪارڊ هٿ ۾ کنيو ڏيکاريندو اچي. چيڻ ٻاٺ وٽ ٿي وي اسٽيشن تي آئوٽ ڊور ڊيوٽي وارا شناختي ڪارڊ سيني تي موڙگهو چنبڙائي ڇڏيندا آهن.

ريڊيو تاشقند تمام وڏي ۽ طاقتور اسٽيشن آهي. هوم سروس ۾ پوري وقت جو ۸۰ سيڪڙو پروگرام مڪاني ازبڪ ٻولي ۾ ٿئي، باقي ۲۰ سيڪڙو روس ۽ ٻين روسي ٻولين ۾ ٿئي. اسان وارو ليکو ڪونهي ته ون يونٽ قائم ڪرڻ وقت سنڌ جي ماڻهن کي راضي ڪرڻ لاءِ حيدرآباد ۾ ريڊيو اسٽيشن ته کولي ويئي پر پروگرام سڀ اڙدو ۾، سنڌي اتيئي ڇڏي. اها ٻي ڳالهہ آهي ته سنڌي ڳالهائيندڙن جي مسلسل رڙين بعد، اسيمبلي ۾ واسطيدار وزير جواب ڏيندو هو ته ريڊيو حيدرآباد تان ۴۰ سيڪڙو پروگرام سنڌي نشر ٿئي ٿو. هتي ائين ٿئو ٿئي. پاليسي ٺاهيندڙن کي خبر آهي ته ازبڪستان ۾ گهٽي گهڙي ٻولي کهڙي ڳالهائي وڃي ٿي. تنهنڪري هو انهيءَ کي ترجيح ڏين ٿا، هو هڪبئي جي ٻولي جو احترام ڪن ٿا ۽ حقيقتن کي تسليم ڪن ٿا.

هنن جو اهو يقين آهي ته جيستائين هو ٻئي جي فطري ذريعہ اظهار جو قدر نہ ڪندا، تيستائين هنن جي ٻولي کي ڪوئي تسليم نہ ڪندو. ائين ناهي تہ مادري زبان سنڌي ۾، پڙهائين ٻي ٻولي ۾، جنهن تہ سورڳو ملڪ خطري ۾، ائين ناهي. هو ٻولي ۽ ثقافت کي وقار جو سوال نٿا بنائين، ڇاڪاڻ تہ هنن کي احساس آهي تہ احساس محرومي، قومي اتحاد کي نقصان رسائي ٿو.

ريڊيو تاشقند تي، مڪاني ٻولين کان علاوه ايشيائي ٻولين جو شعبو ڳار آهي; جنهن ۾ ٻولين سان گڏ اڙدو ۾ به پروگرام ٿئي; جيڪو طاقتور ميڊيم هٿ ڪري، ڪابل کان هيٺ پاڪستان تائين ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. چڱي موچاري عملي تي مشتمل آهي. هنن جو سربراهہ مسٽر حيدروف، هڪ مسلم آهي. تمام زندهہ دل ماڻهو. پاڻ اڙدو چڱي خاصي ڳالهايائين ٿي. پاڪستان تي چڱو اڀياس اٿس.



سترهين صديءَ جي ٺهيل ڪاٺ جي هڪ ڪئي منزله گرجاءَ
جا اڃا سلامت آهي.



بيبي خانم جو مقبرو



تاشقند ۾ يونيورسٽي جي هڪ شعبي ۾ البيروني جو مجسمو

پيا اناؤنسر ۽ ورڪر ــ چڱي موچاري اڙدو ڳالهائيندا ها، پر ڳالهائڻ ۾ ڍار ساڳي روسي. تمام قربائتا ماڻهو، انگريزي ۾ بچو وري اڙدو ۾ اچو پون. پيا ڪئي مان ته روزانه اڌ ڪلاڪ جي پروگرام لاءِ هو فنڪار، مقرر، لکندڙ آواز ڪٿان آڻيندا آهن، پڙهائيندڙ ته اهو ڪم پاڪستاني شاگردن کان وٺندا آهن. پاڻ به سٺي اڙدو چاڻ ڪري پاڻ ۾ پروگرام نشر ڪندا آهن. اسان ڪان انٽرويو ڪرڻ لاءِ ڪو پاڪستاني ڪونه هو، پر هڪ ازبڪ نوجوان هئو.

تاشقند، تاريخي طور تي وچ ايشيا جي سياسي تبديلين ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي. پر عهد حاضر ۾ يا ماضي قريب ۾ بـ سندس ڪردار نمايان رهيو آهي، خـاص ڪري سوويت يونين مسلم آبـادي لاءِ. قديم تاريخي اٿل پٿل ڪانهوءِ، ۱۹۲۴ع ۾ سويت يونين ۾ شامل ٿيو تـه سندس مالي حالت ڪا خاص ڪانه هئي.

ازبڪستان جيتوڻيڪ قدرتي وسيلن سـان مالا مال آهي، تڏهن بـ پراڻي سرمايدارانه نظام ۾ انهن کي ڦوليو نه ويو. انهن ڪٿي چئجي تـه وڏيرا ٿي ويا هجندا. عام ماڻهوءَ جي حالت اها هئي جيڪا اسان جـي هاري آجـي ۽ پٺي طرف Top twenties, the other twenties, ۽ Four twenties ويـا ٿي متارا ٿيندا. پـوءِ چونـه ماڻهن جـي حالت خراب ٿئي. بهرحال، يونين ۾ شـامل ٿيڻ ڪانهوءِ عام ماڻهوءَ جي حالت بهتر ٿيڻ لڳي. اڄ هو سوويت يونين جي زرعي ضرورت وڏي حد تائين پورو ڪن ٿـا. عورتون گهڻو ڪري وڏي هر شعبي ۾ حصو وٺـن ٿيون. اشتراڪي فـارمنگ ڪان علاوه ڪارخانن ۾ تمام ذميدارانه ڪمن کي سنڀالين ٿيون. سياسي جوڙجڪ ۾ مردن سان گڏ هلن ٿيون.

پاڪستان ۽ هندستان درميان سيپٽمبر ۱۹۶۵ع ۾ جنگ لڳي تـه سوويت يونين پنهي ڌرين کي تاهم ڪرائڻ جي لاءِ دعوت ڏني هئي، هيءُ تاريخي شهر آهـي جتي ايوب خان ۽ لال بهادر شاستري اعلان تاشقند تـي صحيحون ڪيون هيون ۽ پـوءِ، شاستري دل ٽٽڻ سبب ديهانت ڪري ويو هو. اهو بـ چڱو ٿيو جو ڳالهين لاءِ تاشقند کي

چونڊيو ويو هو جيڪو گهٽ ۾ گهٽ اسان مسلمانن کي اجنبيت جو احساس تہ نٿو ڏياري. انهيءَ ڪانسواءِ هيءَ اسلامي تعليمات، فڪر ۽ فن متعلق ٿيندڙ مذاڪرا ۽ مجلسون بہ هتي ٿينديون آهن.

تاشقند يونيورسٽي ۾ ٻين علوم ۽ فنون سان گڏ، معدنيات ۽ اليڪٽرانڪس تي خاص توجہ ڏنو ويندو آهي. اوهان کي انهن شعبن جا گهڻا شاگرد اتي ملندا. سرقي ملڪن کان علاوه مشرقي يورپ جا شاگرد خاص ذڪر لائق آهن. عرب ۽ افريقي شاگرد بہ نظر ايندا.



## سمرقند

تاشقند ڪانپوءِ اسان جي ٻي منزل ازبڪستان جو ٻيو تاريخي شهر سمرقند هو. تاشقند کان هڪ ڪلاڪ جي پرواز جي فاصلي تي، ايجا بہ مشرق طرف آهي، جنهن ڪري اتي پهچندي، وري هڪ ڪلاڪ جو گهاٽو ڪٽڻو پيو.

سمرقند، تاشقند کان گهڻو مختلف ناهي. البتہ روايتي حسن ۾ تاشقند کان چار رتيون وڌيڪ آهي. اهو هن ڪري جو تاشقند تي صنعتڪاري جو گهوڙهو اثر پيل آهي. آبادي تيزي سان وڌي رهي آهي. ڪارخانا، قدرتي ذريعن کي استعمال ڪري، هنرمندن کي پهراڙين

هر دؤر ۾ سياسي لاهيون چاڙهيون ڏٺيون. هن شهر جي تاريخي عظمت هي آهي تہ هي اڍائي هزار سال جو پراڻو شهر آهي ۽ منجهس اڄا انهن ۲۵ صدين جا تاريخي ۽ تهذيبي نشان ڏسي سگهجن ٿا.

هتي عام طرح چيو ويندو آهي تہ چوٿين صدي قبل مسيحُ ۾ جڏهن سڪندر سنڌ تي ڪاهڻ کان اڳ، يورپائين وچ ايشيا ويو هو، تڏهن سمرقند ڏسي چيائين، "سمرقند جيترو مون ٻڌو آهي، اوترو وڌيڪ خوبصورت مان ان کي ڏٺو آهي."

ان وقت شهر جي سڄا، گهاڙيٽو، رهڻي ڪهڻي ڇا هئي، تنهن متعلق جوڳ اجايو ٿيندو. پر ان ڪانپوءِ عربن ۽ ايرانين جا اثر رهيا جن مان ڪئين اڄا گهڻي طور موجود آهن. وڏيون درسگاهون ٺهيون، رسدگاهن جو بنياد پيو، سائنسدانن تحقيق ڪئي، علمي جاکوڙون ٿيون ۽ سمرقند وچ ايشيا ۾ وڏو مقام حاصل ڪيو.

۱۲۲۰ع جي سال سمرقند لاءِ وڏي تباهي جو پيغام آندو. چنگيز خان، جنهن مغربي ايشيا، ايراني نار ۽ ميسوپوٽيما وارا علائقا تاراج ڪندو ويو، اتي هن وچ ايشيا جي هن سرسبز شهر کي بہ اجاڙي ڇڏيو: جيئن محمد خان ٻٽاڻ ٻڌين ڪسي سچو ڪري ڇڏيو يا هلاڪو خان، دهليءَ جي سر ڪان سر ڏار ڪري ڇڏي. چنگيزخان جي آندل تباهي، ايتري ڀيانڪ ۽ هانءُ ڏاريندڙ هئي جو تاريخ ان کي ڪارو باب قرار ڏنو ۽ ڪئين سالن تائين ازبڪ ماڻهن اهو داغ لاهي نہ سگهيا. ان ڪانپوءِ وري تيمورلنگ، ازبڪ قوم کي ٻيهر يڪجا ڪري آباد ڪيو. هن کي بہ گهڻيون جنگيون جوٽيون پيون ۽ ڪجھ مهمن ڪانپوءِ، تيمورلنگ سمرقند کي پنهنجي سلطنت جي گادي بنائي، تيمورلنگ، جنهن کي اتي مقامي لهجي ۾ تيمرلين سڏين، تنهن وڏا تعميراتي ڪم ڪرايا، مدرسا ٻڌرايا ڪيا، سائنسدان اديب ۽ شاعر گهرائي ڪانئن تخليقي ڪم ورتو. علي شير نوائي جهڙي شاعري، مشهور عالم ۽ سائنسدان الغ بيگ جا تجربا ۽ تدريس انهن ئي ڏينهن ۾ ٿي.

سمرقند جي گهاڙيٽي ۾، الغ بيگ جو مدرسو ۽ منارا، سنڌس



بيبي خانم جو مقبرو.



تاشقند ۾ يونيورسٽي جي هڪ شعبي ۾ البيروني جو مجسمو.

رسدگاهہ، بيبي خانم جو مقبرو، شيخ زندار جو مقبرو قبرستان ۽ تيمورلنگ جو قبرستان وڏي اهميت رکن ٿا. شهر ۾ گهڻئ شرط اوهان جي دل ۾ ويهي ويندا. الغ بيگ جو مدرسو، شهر جي مرڪزي خريد و فروخت واري مارڪيٽ سان لڳ آهي. هيئنر سندس آثار آهن ۾ تمام مضبوط. ٽن وسيع ايوانن، گنبدن ۽ منارن تي مشتمل، ٽنهي ايوانن جو لنگهہ هڪ ئي آهي. مدرسي اڳيان ڪاهي وانگيان هڪ ننڍڙي نهر آهي جنھ هائي سڪي پئي آهي. اها غالبا مدرسي جي باغيچي جي آبياري لاءِ تيار ڪئي ويئي هئي. منڍ ۾ ۾ نهر هٿن وارو انداز، انهيءَ وچئين دور جي تعمير ۾ آسان وٽ بہ نظر اچي ٿو. مدرسي جي ٻاهران باغيچو آهي جنهن کي هيئنر آثارن لاءِ وري ٺاهيو ويو آهي.

جاين جي ڳهاڻ سان اندازو ٿيو تہ هنن مان هڪ حصو مسجد طور ڪتب ايندو هو. باقي بہ حصا پڙهائي لاءِ ڪتب ايندا ها. ٻئي حصا ڏسي اچرج وڏيو وڃي. تمام اوچا، محرابن ۽ ڪمانين تي پٽل لنگهہ، شاهي دروازا، سهڻيون ڪانسون. هر حصي جي اندرين پاسي، چئني طرف ڦري ايندڙ ننڍڙين ڪوٺڙين جون قطارون، جيڪي شايد شاگردن جي رهڻ لاءِ ڪتب اندبون هيون. هڪ طرف ٻئيون ڪوٺيون هيون، جيڪي يا تہ استادن يا وري سينيئر شاگردن لاءِ هيون. دروازا شاهي، هاٿي بہ آڪري وڃن.

سمورو ڪم ڪاشيءَ جو ٿيل، پر نج ازبڪ ڪاشي وارو انداز ۽ فن تعمير وچ ايشيا جو مخصوص. منارن ۽ گنبذن تي قرآن شريف جون آيتون، اهي بہ ڪاشيءَ جي ننڍڙين سرن سان نسخ ۽ ڪوفي خط جي گڏيل انداز سان بنا اعرابن جي لکيل، پوري ڊزائين ۾ نيرو ۽ سبز رنگ ڇانيل، تنهنڪري پري کان نيلا معلوم ٿين. آيتون ۽ فارسي بيت هرهنڌ، ڪاشي ۾ لکيل يا پٿرن تي اکر ٿيل. ٽنهي ايوانن جي وچ ۾ پاڻيءَ جا حوض، جن مان اندازو ٿيو تہ پاڻيءَ جي ورهاست جو انتظام مرڪزي هئو يا وري اتي قوهارن جو انتظام ڪيل هو. هڪ منارو ويجهڙائي ۾ ڦڏو ٿي ويو هو جنهن کي وري سڌو ڪيو ويو آهي.

مون کي پنهنجي تاريخ اڃا ياد رهي هئي تہ جنهن وقت اهو مدرسو قائم هو، انهيءَ وقت اسان وٽ سنڌ ۾ ٺٽي، سکر، سيوهڻ ۽ ولهار جهڙا عظيم درسگاهون، علم جي اڃايلن جي اُڃ لاهڻ لاءِ رهيون هيون. جيڪي پنهنجي شاگردن کان علاوه پري پري جي شاگردن کي صاحب علم ڪري موڪليندڙيون هيون. هيءُ عجيب اتفاق آهي تہ سمرقند ۾ تعليمي سرگرميون جن ڏينهن زور هيون تن ڏينهن سنڌ ۾ علمي ڪاوشون ۽ سياسي سرگرميون ساڳي قسم جون هيون. ٿي سگهي ٿو تہ وقت جو ڪو ٻن ٽن سالن جو فرق هجي نہ تہ حالتن جو ڪو فرق نہ آهي.

الغ بيگ جي مدرسي کان علاوه الغ بيگ جي رصد گاهہ بہ شهر کان ۱۲ ميل ڪن پري هڪ پهاڙي علائقي تي موجود آهي. هن رصدگاهہ تي الغ بيگ ويهي پنهنجو فلڪياتي اڀياس ڪندو هو ۽ رياضيات جا مسئلا حل ڪندو هو. دنيا جي لاهڻ چاڙهڻ ڪري، اها رصدگاهہ تباهہ ٿي ويئي هئي ۽ هاڻي ٿورا سال اڳ انهيءَ کي پيهر ڳولهيو ويو آهي ۽ سٺين پهاڙي تي هڪ چبوتري وانگيان نظر ايندي. الغ بيگ جي رصد گاهہ ۽ مقبري کان علاوه، بيبي خانم جو مقبرو بہ مشهور آهي. شيخ زندار بابت صحيح طريقي چئي نٿو سگهجي تہ هو سخي زندار آهي يا شيخ زندار، چاڪاڻ تہ روسي ٻولي جي آچار فارسي جي گڏيل اثر سان گڏجي اصلي صورت وڃائي ويٺي آهي. بهرحال، ڪتابن ۾ شيخ زندار کي حقيقت جي ويجهو پائنجي ٿو چاڪاڻ تہ شيخ، پوري عالم اسلام ۾ معتبر لقب ليکجي ٿو. شيخ زندار، سمرقند جي پراڻي حصي ۾ پهاڙي علائقي تي آهي. هيءُ مقبرو ايترو اوچو آهي جو ان تان بهي پراڻي ۽ نئين سمرقند شهر جو نظارو ڪري سگهجي ٿو.

شيخ زندار جي مقبري جي مکيہ عمارت ڪاٺ جي ٺهيل آهي. مٿان ڪو گنبد ڪونهي، البتہ سڌي ڇت، چيرولي سان ٺهيل آهي. ڪاٺ جي ٿنڀن، دروازن، درين ۽ پٽين تي اڪر جو ڪم تمام گھڻو هو ٺيل، بلڪل جيئن پنهنجي سنڌ ۾ ٿيندو آهي. فري هئنڊ ۽ جاميٽريڪل ڊزائينون ڪٿي ڪٿي نظر اچن، نہ تہ نج مشرقي اثر هتي نظر آيو.

ويجهو هئڻ ڪري ماڻهو گهڻو ڪري نماز به هتي پڙهڻ لاءِ ايندا آهن. اصل مزار ڪي ڪلف لڳل هو جنهن ڪري ڏسڻ جو موقعو نه سگهيو، البته درگاهه جو حصو چڱيءَ طرح ڏٺوسين. سندس پر ۾ قبرستان آهي. گهڻو وڏو نه، پورو پڌو. قبرون پنهنجن قبرن ڪان گهٽيون ڏ گهيون، ۽ مناسب حد تائين اوچيون. چوڪنڊيون پڏڻ جو رواج ناهي، البته سڌي قبر سيمنٽ سان پڏن. پنهنجن قبرستانن وانگيان ڪونه ٽئن ته شل نه گهر جو پاتي مري، پوءِ اڏاس ڪي چوديواري پڏبو ڇڏين، تاڪه پوري خاندان جا پاتي، مرڻ کانپوءِ به گڏ رهن. هتي قبر مختصر جاءِ والاري، قبرن تي ڪتبا سيمنٽ يا عمارتي پٿر تي آڪريل گهڻو ڪري فارسي ۾. ڪي ڪي انگريزي ۾، يا عربي ۾، نه ته روسي ۾. شيخ زندار جي قبرستان سامهون چاڙهي جي پٺي پاسي، وڏو قبرستان آهي جتي اڄا ماڻهو دفن ڪيا ويندا آهن. اهو پنهنجي ٽنڊي يوسف جي وڏي قبرستان جيترو قديم آهي جنهن ۾ چوڪنڊيون پڏل به ٽين. فوجي شهيدن جون قبرون تمام نمايان ۽ ڪتبا به وڏا.

شيخ زندار ۽ الغ بيگ پنهي جي وچ ۾، بيبي خانم جو مقبرو ۽ مسجد آهي. ازبڪ، تاجڪ ۽ قزاخ ٻولين ۾ چاڪاڻ ته گهڻو ڪري "ح" جو اکر، "خ" تي استعمال ٿيندو آهي، جيئن پاڻ وٽ گورنر رحمان گل پاڻ کي رخمان گل ڪري سڏيندو هو، تهڙي طرح هو بيبي خانم کي وري، بيبي حينم ڪري سڏيندا ها. بهرحال صحيح لفظ دريافت ڪرڻ ڪا ڏکي ڳالهه ناهي. بيبي خانم پندرهين صديءَ جي وڏي ڄاڻو فاضل ۽ اهل خير خاتون هئي. هن جي هاڪ پري پري تائين پکڙيل هئي. مرڻ کانپوءِ هن جو مقبرو ايڏو وڏو ٺهيو جو ان تي ڇت پئجي نه سگهي. مون کي اهو ڏسي غلام شاه ڪلهوڙي جي درگاهه يا هالي جنهن کي مڇي ماني وارو به سڏبو آهي، ياد اچي رهيو هو. حيدرآباد جي هن ٽئين قلعي واري درگاهه ايتري ڪشادي آهي، جو ڪمانين تي ان جو گنبد پڏجڻ ۾ ناڪامي ٿي ۽ پير پرست ماڻهن ان کي ڪرامت سمجهڻ لڳا.

بيبي خانم جي درگاهه سان، بهرحال، اهڙو معجزو منسوب ٿيل ڪونهي، البته هن جي فضيلت ضرور تسليم ٿيل آهي درگاهه کي

مسلسل زلزلن ڪري ڪافي نقصان پهتو جنهن ڪري پهر ڊاهيو ويو آهي. پر ۾ مسجد آهي، جتي وضو ڪرڻ لاءِ ٽانڪي ۽ نلڪا موجود پر اتي نل ڪي ڪلف ڏسي، دل ۾ چيم تہ ”شڪر آهي، هتي بہ ڪي اسان جهڙا آهن جيڪي سڀ ڪي فائدو رسڻ نٿا ڏين“: بلڪل ائين جيئن پنهنجي اورنگزيب مسجد جي غسلخانن کي تالو لڳو پيو هوندو آهي.

پر ۾ ڏٺل هڪ ايوان نما جاءِ، جنهن جي آثارن مان اندازو ٿيو تہ هتي سراءِ هئي، جتي ٻاهران ايندڙ عالم ۽ سياح رهندا هئا. هنن آثارن جي نگراني ڪندڙ هڪ فارسي زبان ڄاڻندڙ بزرگ هو.

بيبي خانم جي پر ۾، ڪنهن بزرگ جو هڪ ڇهہ ڪندو مقبرو آهي جنهن ۾ هينڊ فينسي شين جو دڪان کوليو ويو آهي. ٻي ڪا خاص تبديلي نہ ڪئي ويئي آهي صرف فرش نئين سر ڊاهيو ويو آهي.

سوويت يونين ۾ مذهب تي قائم رهڻ ۽ ان جا آداب بجا آڻڻ جي ڪا پابندي ناهي: البتہ ان ڪي سياسي مقصدن لاءِ ڪتب آڻڻ يا هڙ طرح ڪتب آڻڻ جو مملڪت جي مقصدن ۾ رڪاوٽ ٿئي، ان جي منع آهي. سوويت يونين جي آئين ۾ ملڪ کي بنيادي طور هڪ سيڪيولر قسم جو ملڪ قرار ڏنو ويو آهي: پر جيڪڏهن ڪو پنهنجي دين تي قائم رهي تہ ان کي منع نٿي ڪري سگهجي. ٢٠ يا ان کان وڌيڪ پيروڪار گڏجي، انجمنون ٺاهي گڏيل عبادتگاهون ٺاهي سگهن ٿا، اهڙيون ڪئين انجمنون آهن. ڪنٿلڪس، سينٽسٽ ۽ مسلمانن جون، جيڪي مذهبي رسمون ادا ڪرڻ جا پروگرام ٺاهينديون آهن. انهيءَ بزرگ کان حج جي باري پڇيوسين تہ ٻڌايائين تہ مسلمانن جا بورڊ آهن جيڪي گڏجي، حج تي عازمين کي موڪلڻ جو انتظام ڪندا آهن.

ڪيءَ طرح اسان کي عقائد ۽ ارڪان جا پوئلڳ تمام گهٽ نظر آيا: اهي بہ ڪرڙوڊ. رستي هلندي ڪئين ازبڪ ۽ تاجڪ ڏسڻ ۾ آيا، جيڪي پنهنجو سامان پر ۾ رکي فٽ پاٿ جي ڪنهن خالي جاءِ تي نماز ۾ رڌل هوندا ها. ڪو نوجوان نماز پڙهندي مون کي

نظر نہ آيو. البتہ هو ناليءَ ۾ نهال ضرور ها. مسلمان پڻ تي الحمدلله ڏاڍيان چوندا هئا، باقي ٻيو ٽيو خبر. شايد، اهو موجود جديد سائنسي تيز رفتاريءَ جو نتيجو آهي.

سمرقند ۾ تاريخي اهميت جي ٻي جاءِ تيمورلنگ جو مقبرو آهي. مڪاني طور هن کي هو، تيمرلين سڏين. عام طور هو امير تيمور جي نالي سان بہ سڏبو آهي، ۽ سندن مقبرن کي سڏين گور-امير. سندس مقبرو، سمرقند جي وچ ۾، ساوڻ وڻن جي جهرمٽ ۾ گهيريل آهي. مخصوص وچ ايشيائي طرز تعمير جو نمونو، يعني گنبد اسان جي گنبذن کان گهڻو ڊگهو ۽ مخروطي، پاسرائيون ٻاهر نڪتل. چوڌاري ٩ فٽ کن ديوار ۽ لنگهہ لاءِ تمام وڏو محرابي دروازو. تعمير ۾ نيري ۽ سائي رنگ جون سرون ڪتب آيل. ڪاشيءَ جي سرن ڪري، پري کان تمام چلڪيدار. سندس پر ۾ اهي ٻي پراڻي تاشقند اسٽائيل وارا سڏين چٽين وارا گهر. پر ۾ هڪ سراءِ نما هوٽل، جيڪا بلڪل روايتي ازبڪ اسٽائيل ۾. ساوڪ جي وچ ۾ چبوترا ٺهيل ۽ انهن ۾ صندلن جي چوڌاري ويهي چينڪ پين. هوٽل تي خاصي رش; انهيءَ ڪري جو سياح تيمورلنگ جو مقبرو ڏسڻ گهڻو ايندا آهن تنهنڪري سهولت ڏيڻ سان گڏ، حڪومت بہ موقعي جو فائدو ورتو آهي. ائين جيئن پٽائي صاحب جي درگاهہ ٻاهران، هوٽلون ڪايل آهن جتي ٣٠ پئسن جي چيز ڏيڍ رپئي ملندي، ما بہ منٽن ميڙن دان، هتي ائين ناهي; هر شيءِ جو اگهہ مقرر ۽ ريڙهہ پيڙهہ کان آجو.

روايت ائين آهي تہ تيمورلنگ اهو مقبرو پنهنجي پوٽي ۽ تخت جي وارث محمد سلطان شاه لاءِ ٺهرايو هو جنهن کي هو تمام گهڻو پائيندو هو. محمد سلطان، وڏو بهادر جرنيل هو پر پندرهين صديءَ جي شروع ڌاري، هو ايشيا مائنر ۾ هڪ مهم ۾ مارجي ويو جنهن ڪري کيس اتي ئي دفن ڪيو ويو.

جڏهن تيمورلنگ جا ڏينهن ڪٽا تہ کيس انهيءَ مقبري ۾ دفن ڪيو ويو. انهيءَ بعد سندن ٻن پٽن ۽ آخري پوٽي کي بہ انهيءَ مقبري ۾ دفن ڪيو ويو.

تيمورلنگ پنهنجي ملڪ لاءِ تمام گهڻو ڪيو هو پر سندس قوم سندس مرڻ کانپوءِ به چرچا نه ڇڏيا. هيءَ محقق ۽ تاريخ نويس به ظالم آهن، هرويرو ويٺا ڦولينداڊا. جيئن پاڻ وٽ ٽيندو ته رکي رکي اهڙو ڦڏاڪو ڇڏيندا ته هوشو جي قبر قلعي ۾ آهي سي ڪونه يا وري هي ته پڻائي صاحب جا ڪل ١٧ بيت آهن. پوءِ متنازعه ڳالهين جي کوجنا لاءِ عجيب و غريب طريقا اختيار ڪيندا آهن. هنن وٽ به اهڙا ڪئين پيا آهن. ١٩٤١ع ڌاري ڪنهن ويٺي ويٺي چئي ڇڏيو ته تيمورلنگ منڊو ڪونه هو ۽ سندس قبر ۾ سندس هڏيار پوريل آهن. جيتوڻيڪ فارسي ۾ لنگ لفظ جي معنيٰ سان ئي پڌرو آهي ته هو منڊو هو. هڪ محقق ۽ اڪيڊمين تيازوف تي ڪم رکيائون ته اها جاچ لهي ڏي. هن به نه ڪئي هم نه تم؛ ڪٽي قبر کوڙرايائين. ٥ سو سالن جا پراڻا هڏا، ڪيڏي ڪٽي ڍير ڪري رکيائون. ڏنائون، برابر هڪ ٽنگ جو هڏو ننڍو هو، تنهنڪري، ڇهري جي هڏن جا چيرولي جا ڪارب ڏاهي، وري پوري ڇڏيائون. البته هٿيار ته قبر مان ڪي به نه نڪتا.

ساڳي حالت الغ بيگ سان ڪيائون. الغ بيگ لاءِ تاريخي حقيقت آهي ته ڪيس سندس پٽ، تلوار جي هڪ ڌڪ سان سندس رصدگاهه وٽ ماري ڇڏيو هو. پر هلندي ڪنهن چئي ڇڏيو ته ”هو قدرتي موت مئو هو، تاريخي پل تي آهي.“ وري وٽ وڏان تي ويئي. الغ بيگ جو لاش ڪڍيو ويو، جنهنجي معائني مان خبر پئي ته سندس ڪنڌ ڪٽيل هو جسم تي پيو ڪو نشان ڪونه هو.

مان اهي ڳالهيون پڙهي تپرس ۾ پوندو هئس ۽ پنهنجن همراهن جون ڳالهيون ياد پونديون هيون. اسان وٽ ويجهڙ ۾ اردو شاعر مصطفيٰ زيدي جو لاش ڪڍي پيهر ڏٺو ويو هو پر انهيءَ سان ته شهناز سليم جو ناالو منسوب هئو. هنن سڪينن تيمورلنگ ۽ الغ بيگ سان ڪهڙي شهناز هئي جو لاش پيهر ڪيرايائون. بهرحال اهي آهن تاريخ دانن جا ڪم، پاڻ ڄاڻن.

ٻهرين ڏينهن رات جو ڊنر ڪري، مان ۽ منظور ٻنا ترجمان جي شهر گهمڻ جو خيال ڪيو. سمرقند هوٽل جي الهندين ڪناري تي

شهر جو نئون حصو تعمير ٿيل آهي، تنهنڪري اوڏانهن رخ رکيوسين. شهر جي باغيچي ۾ جوڙا خوش گپين ۾ مصروف هئا. اڳتي آپيرا هائوس شروع ٿيو. رستي جي ٻئي ڪناري تي پنهنجي حيدرآباد واري ڪليل ٿيئٽر وانگيان، هڪ ٿيئٽر نما جاءِ هئي، جنهن ۾ ٻنب مائهن جي لاءِ نغما وڄائي رهي هئي. سموري روس ۾ ماڻهن جي تفريح لاءِ اهڙو انتظام ٿيل آهي.



# گڏيل فارم

ٻئي ڏينهن اسان کي ازبڪستان جو گڏيل فارم ڏسڻو هو، جيڪو زراعت جي سلسلي ۾ پنهنجي طريقي جو بهترين زراعت جو نمونو آهي. سمرقند کان ويجهي ۾ ويجهو گڏيل فارم ڪجهه ۳۵ ميل پري هو ۽ رستي جي صاف ۽ ڪليل هئڻ ڪري نه ته ڪا خاص دير ٿي ۽ نه وري تڪليف.

گڏيل يا Collective فارم، سوويٽ يونين جي زرعي معيشت جو بنياد آهن ۽ چاڪاڻ ته ازبڪستان، علائقي ۽ پيداوار جي لحاظ کان وڏو سوويٽ علائقو آهي تنهنڪري گڏيل فارم به هتي ئي گهڻا آهن. گڏيل فارم جوڙڻ جي ڪهاڻي هن طرح آهي ته ۱۹۱۷ع

واري انقلاب کان اڳ هاري تمام مظلوم هئا: ۽ سموري آهت زميندار کڻي ويندو هو. هاري تي قرض ايترو هوندو هو جو سڄي ڄمار پيو ڳهندو هو تہ بہ جان آجي نہ ٿيندي هئس. پاڻ وٽ بہ تقسيم کان اڳ، اصلوڪو هندو سيٺيو ۽ ان کان پوءِ وري اسان جو زميندار ائين ڪندو هو. اسان وٽ زميندار ۽ جاگيردار ڪسان جان ڇڏائڻ لاءِ ڪهڙا زرعي سڌارا آيا پر ڪامورا شاهيءَ جي چشم پوشي ۽ زميندارن جي ساز باز سان، هاري کي اڃا پوريءَ ريت حق ملڻ نہ پيو آهي.

روس ۾ بہ ائين هو. پر هتي ۲۷ ڪتوبر ۱۹۱۷ع تي انقلاب آڻي ٻئي ڏينهن تي هڪ ڊڪري ذريعي سمورين زميندارين ختم ڪري ڇڏيون. زمين سرڪار جي ٿي ويئي. هارين تي اڳوڻا سمورا قرض معاف ڪيا ويا ۽ اعلان ڪيو ويو تہ جيڪو محنت ڪندو سوئي ڦل حاصل ڪندو. ان کان پوءِ روس جا سادا ۲۲ ڪروڙ ايڪڙ زمين کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو. اڌ کان وڌيڪ حصي تي سرڪاري فارم بنايا ويا. هنن فارمن تي سڀ ڪجهہ، زرعي مشينون، ٽريڪٽر، ٻج، پاڻ سرڪار جو هوندو آهي. هاري سڀ ملازمن وانگيان ڪم ڪندا آهن جن کي رهائش جي لاءِ گهر مفت ۾ ملندا آهن. باقي پگهار ملندو آهي. هنن سرڪاري فارمن جي اپت ۾ هارين جو ڪو حصو نہ هوندو آهي، البتہ هنن کي پنهنجي گذر سفر لاءِ ضروري اناج ۽ ڀاڄيون وغيره رعايتي ملنديون آهن. هنن جي آمدني ايتري ٿيندي آهي جو سندن گذر سفر سٺو ٿيندو آهي.

گڏيل فارم، باقي اڌ کن پوک لائق زمين تي آهن. هي ٽڪرا ايترا ننڍا آهن تہ جيڪڏهن هر ڪو هاري ڌار ڌار ويهي ڪيڙي تہ شايد گهر جو خرچ بہ نہ نڪريس. تنهنڪري هنن کي گڏي ڀڪا فارم ڏاهيا ويا آهن. انهن کي مشينن ذريعي آباد ڪيو ويندو آهي. گڏيل فارم، اهي مشينون سرڪار کان وٺندا آهن ۽ پوءِ گڏجي قيمت ادا ڪندا آهن. پاڻي جا ذريعا، ٻج، پاڻ سڀ ڪجهہ هو خريد ڪندا آهن. مارڪيٽ ۾ پهچائڻ لاءِ ٽرڪون خريد ڪندا آهن. هنن جي سموري پيداوار سرڪار خريد ڪرڻ ۾ ترجيح ڏيندي آهي، تنهنڪري پنهنجي پيداوار جي نيڪال جو فڪر ڪرنهين. گڏيل فارم جي هارين کي رهڻ لاءِ گهر بہ سرڪار ٺهرائي ڏيندي ۽ ۸ هيڪٽار زمين نجي

استعمال لاءِ ملندي آهي، جنهن ۾ هو ميوو، ڀاڄيون پوکي سگهندا آهن. گڏيل فارم جي هارين کي فارم جي انتظاميه ڀڪهار ڏيندي آهي، پنهنجي نجي استعمال لاءِ مليل پلاٽ تي جيڪڏهن هو ڪجهه پوکي بازار ۾ وڪڻندو ته ان جي آمدني جو مالڪ پاڻ هوندو انهيءَ لاءِ ڪيس ڪوبه ٽيڪس نه ڀريندو. اهڙي طرح هو چڱا خاصا سکيا ماڻهو آهن. مون کي ياد آهي ته اسان جڏهن گڏيل فارم گهمندي، ٻنا ڪنهن اڳواٽ اطلاع جي، هڪ هاريءَ جي گهر ۾ گهڙيا سندن زندگي جي طريقي معلوم ڪرڻ لاءِ ويا سين ته فارم جي منتظم ٻنا ڪنهن هٻڪ هائوڪار ڪئي. ڀڪين سرن سان ٺاهيل جاءِ هيڻ، ٽي ڪمرا رهڻ لاءِ، هڪ ڊرائنگ ۽ ڊائننگ روم. ڊائننگ روم ۾ انهيءَ وقت منجهند جي ماني کائي هڪ گهڙي ٿي هئي ته اٿيا ها ۽ ٿانو پئي ڪنيائون ته اسان وڃي ڪڙڪو ڪيو. ڊائننگ ٽيبل ۽ ڪرسين بدران مخصوص مشرقي انداز ۾ پٽ تي قالين وڇائي ان تي پئي کاڌائون. جيئن پاڻ وٽ اڃا به پراڻن خانداني گهرن ۾ ٿيندو آهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته اڄ ظاهري ڏيڻ وٺڻ رکندي چڱا ڀلا خاندان هيڻ ويهي کائڻ بدران ٻنا پاڻهن جي ڪرسين ۽ ٽيبل تي کائڻ سان پنهنجي وضع سمجهن ٿا. سندن کاڌي جي ٨-٩ طعامن ۽ ميوي جي ڏيڻ مان ظاهر هو ته هو تمام، خوش حال ۽ خوراڪ آهن. ٽن ڪمرن کان علاوه رنڌڻو ڏار. اڳيان سنهو باغيچو جنهن ۾ رنگ برنگي گل پوکيا.

مٿين منزل تي به ساڳي تعمير. هڪ ٽي خاندان ۾ ٻه ٽيليويزن سيٽ. زندگي جون سموريون سهولتون گهر ۾ نظر آيون. سوچيم ته جيڪڏهن هي هاري آهي ته پوءِ آفيسري کان بهتر آهي. ڪم روزانو ٩ ڪلاڪ ۽ سياري ۾ ٥ ڪلاڪ، اهو زندگي جي هر شعبي ۾ ڪرڻو پئي ٿو. ٻر آسائشون ٻين شعبن کان وڌيڪ. هونئن به سوويٽ معاشري ۾ اهو ٺئي آهي ته گڏيل فارم جو هاري وڌيڪ خوش آهي، انهيءَ جو اهو ڪارڻ آهي ته هو محنت ڪن ٿا جنهن جو ڦل ڪين ملي ٿو. اٿين ناهي ته قرض زرعي بئنڪ منظور ڪيو پاڻ ۽ ٻج وٺڻ لاءِ، ١٠ سيڪڙو ويو بئنڪ عملي ۾، باقي ٿيو ٻنگ پيڳڙا. هفتي ڪانهوءِ ساڳي ماني ساڳ سان.

پاڻي ۾ هتي زير زمين ذخيرو جام، ترڻيون ترڻجون زمين جي اندر وهن ٿيون. پاڻ وٽ هتي ٽيوب ويل مشين ذريعي هلن ٿا، پوءِ جي واپڊا جو لائين سين ڪاوڙجي پيو ته به فصل سڀ ٽيو ٿيو. هتي گهٽ ۾ گهٽ واپڊا ۽ ڊيزل کان ڇوٽڪارو مليل آهي. اهو هيٺن جو ٨–٩ انچن جي قطر وارو پائپ ڪٽي، پنا ڪنهن مشين جي زمين ۾ هڻن. بعض هنڌن اهو پائپ ٣٠٠ فٽ تائين اندر هڻو پوي ٿو: ۽ پوءِ پنا ڪنهن مشين جي ڇڪ جي، پاڻي پنهنجي داٻ سان نڪري ٿو، جيڪو پوءِ کڙين ۽ نالين جي ذريعي فصلن تائين پهچي ٿو. اهو نمونو دنيا ۾ پهريون آهي. پنا پئسي جاوارو پاڻي ملڻ وڏي ڳالهه آهي.

هر قسم جي پوک ٿئي. ڪجهه حصا ميوي جي لاءِ رکن، باقي سان ڪجهه پاڇين ۽ گلن لاءِ. باقي فصلن لاءِ. پوک ايڏي مشيني ٿي وئي آهي جو هر ڪيڙٽ کان وٺي فصلن تائين سڀ ڪم مشينون ڪن. هاري ته صرف نالي ۾ هاري آهي يا زرعي مڪئنڪ آهي. هرو پرو پنهنجي ضرورت لاءِ هاري کي بزار ۾ وڃڻ ڪونه پئي. روز مره جي استعمال جون شيون، هر فارم تي قائم اسٽورن تي ملن. باقي وڏي شيءِ ۽ گهمڻ لاءِ ضرور وڏن شهرن ڏانهن وڃبو.

سنڌيءَ ۾ ڳالهين ڪندي، جيڪڏهن وات سان مخزن يا منگزين جو لفظ نڪري وڃي ته پڌندڙن جو ڌيان فورن ڪنهن رسالي ڏانهن ڇڪجي ويندو يا آڳاٽي زماني ۾ نڪرندڙ سلامخزن ڏانهن ڇڪجي ويندو پر روس ۾ اهو نالو سيني جي ڪنن سان ٻي معنيٰ سان مانوس آهي جنهن جي معنيٰ آهي پنبار. اهو تاثر ازبڪستان، عربن سان لهه و چڙ ۾ ورتو.

مخزن انهيءَ ڪري ياد آيو جو آخري ڏينهن اسان صرف شاپنگ لاءِ رکيو هو. شاپنگ ڇا ڪرڻي هئي، هوائي جهاز-اسان کي سودا ڪونه ها، سڙيئي يادگيري لاءِ ڪجهه سوينر وٺڻا ها. ماسڪو ۾ شاپنگ لاءِ بهتر آهي ته ائين ته مخزنن ۾ گهڙي وڃجي. گهڻن دڪانن ۾ به وڃڻ جي ضروت ناهي. ڪنهن هڪ ۾ ئي گهڙي وڃو ته سڀ ڪجهه ملي ويندو. ننڍن شهرن ۾ ئي مخزنون شاهي

ٽين، ماسڪو تہ تمام وڏو شهر آهي. انهن مخزنن ۾ انهيءَ حساب سان، ماڻهو ويو تہ جهڙو ڪاڪ ۾. هڪ شيءِ وٺندؤ تہ ٻي تي دل پئي هرڪنديس سڀ ڪجهہ ڏيئي شيون وٺي نڪوندو.

شيشي، ٽانو، ڪرسٽلس ۽ شينڊليئرس ۾ تہ هنن جو پوري دنيا ۾ جواب ناهي فوٽوگرافڪ سامان ۾ گهٽ نهي پر يورپ سان واپار وڌڻ ڪري جپاني ڪيميرائون ۾ گهٽيون هلن.

اسان ڪي پنهنجي لاءِ جيڪي ڪجهہ وٺڻو هو هڪڙي مخزن تان ورتوسين، چاڪاڻ تہ انهيءَ ۾ گهڙڻ ڪان پوءِ شين اهڙي دل ڏتاري وڌي ھو کهڙي خريد ڪريون. ڏوڪڙ پورا سارا، مڙيئي پارن ڪي ريجهائڻ لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ورتوسون.

اڄ اسان جو سوويٽ يونين ۾ آخري ڏينهن هو. روانگي لاءِ اسان ڪي هوائي اڏي تي پهچڻ لاءِ، ٻہ ڪلاڪ اڳ هوٽل کي خيرباد چووٽو هو، ڇاڪريون تہ هوائي اڏو ٦٠ ڪلوميٽر پري هو. انهيءَ ڪانسواءِ پرواز ڪان اڳ جا لوازمات وقت وٺن ٿا. اسان جو ميزبان فتح پائي بہ اسان سان هلي ٽڪجي پيو هو. پر سرهائي سان مشڪندي اسان ڪي رخصت ڪرڻ لاءِ تيار هو. آخري طرح ٽهڙ سنڀارياسين. شميم جو لوڊ وڌي ويو هو تنهنڪري ورچي ڪنيوسين.

هوائي اڏي تي پاڪستان مان آيل، مذهبي ۽ تجارتي وفدن سان ملاقات ٿي، هڪٻئي ڪان تاثرات وٺي رهيا هئاسين. لاهور جي جامع مسجد وارو خطيب سوويٽ يونين ۾ داخلا ۽ نڪرڻ واري طريقہ ڪار تي گھٻرائجي رهيو هو. ٿوري دير ڪانپوءِ هوائي اڏي تي پروازن جا اعلان ٿي رهيا ها، جيڪي روسي زبان ۾ ٿيڻ ڪري اسان جي وس ڪان ٻاهر ها، البتہ اتي لڳل اليڪٽرانڪ بورڊ تي هر پرواز لاءِ اعلان انگريزي ٿي رهيا ها، انهي پٽ نہ پئي ڇڏيسين.

هي پڌائيندو هلان تہ سوويٽ يونين لاءِ ويزا جي داخلا پاسپورٽ ۾ نہ ٿيندي آهي پر ٣ فوٽو لڳل ڌار ڪاغذ ٿيندي آهي جنهن مان هڪ حصو سوويٽ ۾ داخل ٿيندي ۽ ٻہ حصا نڪرڻ وقت

وٺي رکندا آهن، پاسپورٽ ۾ صرف پنهنجي ملڪ مان نڪرڻ وقت Exit لڳندو آهي.

انهيءَ مرحلي مان جان ڇڏائي، لائونج ۾ ٿياسين ته جهاز بس گودي سان لڳو. هيءَ جهاز اوپر جرمنيءَ کان صبح جو آيو هو ۽ هاڻي ڪولمبو وڃي رهيو هو. انهيءَ رخ ويندڙ سمورا مسافر انهيءَ جهاز ۾ چڙهڻا ها.

آخري مرحلو سڪيورٽي هو. بين الاقوامي پروازن تي سڪيورٽي سمورن بين الاقوامي اڏن تي گهڻي ڪئي ويندي آهي. چند سالن کان فضائي اغوا جي سلسلي ۾ ڪئين واقعا ٿيڻ ڪري، چڪاس وڌيڪ سخت ڪئي وئي آهي. هر ملڪ تي سيڪيورٽي چڪاس لاءِ پنهنجو طريقو آهي. پنهنجي ڪراچي واري هوائي اڏي تي به ٿيندي آهي، پر پاڪستانين کان گهٽي جاچ ڦوجڙ نه ٿيندي آهي. ماسڪو ۾ ايڪسري جي ذريعي چڪاس ٿيندي آهي. اهو هيئن ته سيڪيورٽي واري شعبي ۾ لنگهڻ جا به دروازا ٺاهيا ويا آهن. انهن ۾ لڪل بجلي جون تارون لڳايون ويون آهن، ۽ ال جي ڪنڊن ۾ ڪلوز سرڪٽ واريون ٽي وي ڪئميرائون لڳل آهن، جيڪي هونئن نظر ڏسڻ ۾ نه اينديون. هر مسافر کي انهيءَ دروازي وٽ روڪي مسافرن کي دروازن مان لنگهڻ لاءِ چيو ويندو آهي. جيڪڏهن ڪا ڌاتو جي شيءِ هوندي ته هڪدم گهنٽي وڄندي ۽ ڳاڙهو بلب ٻرندو. انهيءَ مسافر کي روڪي، اهو سامان ڪيس مان ڪيرائي وري دروازي سان لنگهڻو پوندو جيستائين گهنٽي نه وڄي، ۽ بلب نه ٻري. پر ۾ آفيسر ڪمرن ۾ ويهي ڪيمرائن ذريعي عڪس، ۽ ايڪسري جي فلم اسڪرين تي ڏسي، هر قسم جي چرپر ڏسندا آهن.

هر پرواز تي ڪئين همراه پيا گهنٽيون وڄرائيندا آهن مون وٽ به ڪجهه سڪا پاڪستاني، پاڪستان مان ئي پئون ۾ رهجي ويا ها، ۽ سوٽ ڪيس جي چابين وارو ڇڳو هو. لنگهندي ئي گهنٽيون وڄڻ شروع ٿي ويون. مون سوچيو، الائي کيسي ۾ ڪهڙي پنج سيري پيل اٿم. چڪاسيندڙ مائي هڪدم چيو، ”ميٽل ميٽل“ مان سمجهي ويس، هڪدم اهي به چار سڪا ۽ چابيون ڪڍي اڳيان رکيو مانس. ان

ڪانپوءِ وري ٻنا ڪهڻي وڃائڻ جي دروازي مان لنگهڻو پيو. تڏهن اڳتي وڌڻ جي اجازت ملي.

دل ۾ چيم اهڙي سڪيورٽي جو انتظام ٻين عالمي اڏن تي به آهي تڏهن به شايد آهي ليليٰ خالد جهڙين ڪي، جيڪي جيٽن جا جيٽ اغوا ڪيو وڃن ۽ سيڪيورٽي وارا پاڻون ڪائيندا وتن.



# واپسي

جهاز تي سوويت يونين جو ڪائونسل بلينوف ۽ سندس زال به ملي جيڪي ونڪيشن گذارن بعد ڪراچي وري رهيا هئا، ته يونيورسٽي جو اڳوڻو ليڪچرار محمد حسن پنو به مليو جيڪو وزارت تعليم جي ڪم سان اوير جرمني کان واپس موٽي رهيو هئو.

تهران پهچڻ کان اڳ، اتر ايران ۾ طوفان ۽ برسات آيل هو جنهن ۾ اسان جو جهاز به گهمرا ڦاسي پيو هو. نهايت شديد زبردست وويلنگ ٿي رهي هئي جنڪ جي- ٽي- ايس جي بس ٻنگرٽي روڊ تي چڙهي ويئي هجي. مسافرن جا ساهه سڪا پيا هئا. ڪيترين مايون ته آلٽي جو ڦهڪو لايو ويٺيون هيون. خدا خدا ڪري، تهران تي لٿاسين. ٽرانزٽ لائونج ۾ ٽي- وي تي ايشائي رانديون هلي رهيون هيون. رنگين سسٽم تي هلي رهيو هو، جيڪو سون کي نه وڻيو

ڇاڪاڻ تہ برطانوي سسٽم وڏو صاف هوندو آهي ۽ فرينچ سسٽم غير واضع هوندو آهي ۽ آبجيڪٽ جا گرين فيڊ ڪري ڇڏيندو هو. هي فرينچ سسٽم تي هو.

بهر حال، ڪجهہ دير ڪاڻ ۽ هن حسن و عشق جي زمين کي خيرباد چوڻو پيو. پنهنجي وطن جي ڪشش، وقت کي گهٽائي ڇڏيو هو؛ ائين ٿي لڳو ڄڻڪ فاصلا گهٽجي اڃي آڱرين تي ڳڻيا ها ۽ اها گهڙي بہ آئي جڏهن اسان وطن عزيز کي ڇهيو. ريٽ ۽ گرين چئنل جي مهرباني آهي، جو اسان ڪسٽم مان دير جي ڇٽاسين، نہ تہ موڪل کي ياد آهي تہ ڪجهہ سال اڳ لنڊن مان موڪلندي هرو ڀرو بہ ڪلاڪ ضايع ڪرڻا پيا هئا.

بهرحال، انقلاب جي سرزمين، سرخ ستاري جي سر زمين، ڪوهہ قاف جي پرين جي ديس محنت ڪش ۽ جدوجهد ڪندڙ ماڻهن جي سرزمين کي ڇڏي، اسان وري پنهنجي وطن پهچي ويا سين.



— عزيز، کي آءٌ تڏهن کان سڃاڻان، جڏهن هن اڃا ادبي دنيا ۾ پير نه پاتو هو. ان وقت هو ڊاڪٽر نبي‌بخش خان بلوچ جي لفظن ۾ فقط ”سائنٽسٽ“ هو. سائنس جو شاگرد، صحافت ۾ هن تڏهن پير پاتو، جڏهن حيدرآباد مان ”ڪاروان“ نڪرندي هئي. ڪاروان کان پوءِ عزيز عبرت ۾ ويو ۽ اڃا تائين عبرت ۾ آهي، عبرت کي اوج تي رسائڻ ۾ عزيز جو حصو ڪيترو آهي ان جو فيصلو تاريخ ڪندي.

— عزيز سان شڪايت اها آهي جو هو جنهن ڪم ۾ لڳو، ان جو ٿي ويو. عبرت لاءِ بحيثيت صحافي عزيز جون ايتريون خدمتون آهن، جيتريون هن پنهنجي گهر لاءِ به نه ڪيون هونديون. ڏينهن رات محنت ڪرڻ وارو عزيز ڪڏهن به ڪنهن صلي جو خواهشمند نه رهيو آهي.

— راڳ جو شوقين. طبلو، ستار، بينجو ۽ هارمونيم وڄائڻ جو شوقين. انهيءَ جي باوجود صحافي آهي.

— طبيعتا - ٻين لاءِ، خاص ڪري اوڇڙو ماڻهن لاءِ - نهايت ڪرخت، يارن لاءِ نهايت پيارو. محبت ڪرڻ جهڙو بي‌اعتدال دوست.

— پنهنجن رفيقن سان نهايت محبت ڪرڻ وارو. ڪيترائي نوجوان صحافي، جيڪي هن وقت سنڌي صحافت ۾ موجود آهن سندس هٿ هيٺ ڪم ڪري، پنهنجو نالو نروار ڪري چڪا آهن. سيکارڻ ۽ سمجهائڻ ۾ نهايت فراخدل ۽ ”استاد“ ٿيڻ جو شوق؛ پر شاگردن جي اڪثريت ساڻس نه نڀايو، ان جي باوجود انهن کي پاڻڻ عزيز جو وڙ آهي.

— سنڌي سفرنامن ۾ عزيز جو هيءُ ننڍڙو ڪتاب مڪيه خدمت سمجهيو ويندو، اهو ان لاءِ نه ته عزيز منهنجو دوست آهي، انهيءَ لاءِ جو هو هڪ سچو صحافي آهي.

خبر انهيءَ ڳالهه ٻڌائڻ ۾ اهم به ڪونهي ته عزيز، حيدرآباد ۾ ٩- ڊسمبر ١٩٣٨ع ۾ ڄائو.

— ڏڻي کيس سلامت رکي

— ممتاز مرزا

